# نعتن جو ڳلدستو



ترتيب ۽ چونڊ

**نصرالله قريشي**

گوشۂ تحقیقات اسلامی

اسلام آباد۔ پاکستان۔ فون: ۰۳۳۱۳۰۵۱۳۲۵

# نعتن جو گلدستو

ترتيب ۽ چونڊ: نصر الله قريشي


چاپو پهريون: 2017ع

ڇپائيندڙ: گوشہ ۽ تحقيقات اسلامي

03313051325


# NAAATUN JO GUL-DASTO


By: NASRULLAH QURESHI

First Edition: 2017

Composing & Design: NASRULLAH

Published by: GOSHA-E-TAHQIQAT-E-ISLAMI

Pakistan.





**براءِ ايصال ثواب:** خليفو يار محمد قريشي، خليفو غلام حيدر قريشي، خليفو اصغر علي قريشي، خليفو عبد العلي قريشي، خليفو عبدالولي قريشي، خليفو عبدالقيوم قريشي، خليفو افضال احمد قريشي، خليفو عبدالماجد قريشي ۽ تمام فوت شده مئ مائٽ ۽ امت مسلمہ




مَوْلَایَ صَلِّ وَسَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا

عَلٰی حَبِیْبِكَ خَیْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمْ

# فهرست

## سلام جا تحفا

## ٻه اکر

جيئن ته نبي اڪرم ﷺ جن جي ذات مبارڪ اها آهي، جنهن جو مرتبو الله پاڪ پنهنجي ملائڪن سڳورن سان گڏ وڌائيندو رهي ٿو، ۽ الله پاڪ جي انهيءَ سنت تي دنيا جي ڪئين شاعرن پنهنجي شاعريءَ ذريعي عمل ڪيو، ۽ مومنن جي ايمان ۽ حبِ مصطفیٰ جذبي وڌائڻ لاءِ نعتون، مولود ۽ مداحون وغيره ٺاهي عوام آڏو پيش ڪيا. اهڙن شاعرن جو سرواڻ حضرت حسان بن ثابت رضي الله عنه آهي جنهن نبي ڪريم ﷺ جي شان ۾ قصيدا چئي پاڻ سڳورن جو شان ڳايو.

سنڌ ڌرتي جيئن ته سچن عاشقن ۽ محبتي ماڻهن جي ڌرتي آهي، جنهن ۾ ڪيترائي اهڙا عاشق رسول شاعر پيدا ٿيا، جن نبي ڪريم ﷺ جن جي شان ۾ هر شهر ۽ هر گهٽيءَ ۾ اهرا نعتيه ڪلام ۽ مولود وغيره ٺاهيا جن مان ڪيترائي مقبوليت جي مرتبي تي رسيا.

هي ڪتاب به اهڙن ئي شاعرن جي حمد، نعتن، مولودن ۽ مناجاتن وغيره جو مجموعو آهي جن کي اسان جي علائقي ۾ محبتي ماڻهن طرفان پسند ڪيو ويو. ان مقبوليت ۽ دوستن جي خواهش تي اهڙين نعتن هڪ ”گلدستي“ جي شڪل ۾ اوهان آڏو پيش ڪيو پيو وڃي، ياد رهي ته هن گلدستي ۾ مهيسر ۽ عزميءَجي شاعريءَ سان گڏو گڏ پنهنجي علائقي جي شاعرن ⊙ قريشي نعيم الله ”صابر“، ⊙ نذير احمد ”نذير ڊيهو سان گڏو گڏ مون به پنهنجي پاران ڪجھ عقيدت جا گل ۽ آخر ۾ ٽيهه اکري مداح ۽ دعا شامل ڪئي وئي آهي.

اميد ته هي گل دستو اوهان دوستن لاءِ محبت رسول جي خوشبوءِ پهچائڻ ۽ عشق ۾ واڌاري جو ذريعو بڻبو. آمين!

اسلام آباد
24، آگسٽ، 2017ع

نصر الله قريشي
گوشهءِ تحقيقات اسلامي — پاڪستان

## بسم الله الرحمٰن الرحيم

ب - بي بها برڪت ڀريل بسم الله آ
س - سڪ سيني سمائي تو تو ادا
م - محبت ڪي مچائي من ۾
ا - اوري جو رهي سو امن ۾
ل - لائق تو رهي انسان سو
ا - آذان ڪي ڏئي تو مانُ جو
ه - هردم حياء رکج هيئين اندر
ا - اوڪو ڪين تيندءِ پوءِ گذر
ل - لالچ لوڀ ڪڏهين ڪين ڪر
ر - رکو رب جي اڳيان سجدي ۾ سر
ح - حقيقت ۾ حمايت حق ڪر
م - مدنيءَ آ ڪيو معراج ڪو نہ شڪ ڪر
ا - آ آخر نبي ڪُل انبيائن جو امام
ن - نوراني نظر سان ئي بڻيو آهي نظام
ا - الله هڪ آ تنهنجو نہ ڪو آهي شريڪ
ل - لازم آ پڙهڻ ڪلمو انهيءَ جي لاءِ نيڪ
ر - رضا رحمٰن جيءَ تي آ رهڻ
ح - حديث ۽ پاڪ قرآن آ پڙهڻ
ي - يقين ڪر ڏينهن هڪ تي موت اچڻو آ
م - منهن موڙڻ نہ ”صابر“ آ روا

قريشي نعيم الله ”صابر“

**او ٻاجھہ ڀريا رب ٻانھن تي، تنھنجي ڪاوڙ ڪين ٿھي سگھندي،**
او ڪريم اسان جي ھيءَ چمڙي، ھڪ چٽڳ بہ ڪانہ سھي سگھندي،

تنھنجي دوزخ واري باھہ ڪنا، ھن باھہ بہ آھي پناھہ گھري،
تہ پوءِ ڪھڙي طرح تنھنجي دوزخ ۾، انسان جي ذات رھي سگھندي،
او ٻاجھہ ڀريا رب ٻانھن تي، تنھنجي ڪاوڙ ڪين ٿھي سگھندي،

مولا تون بہ ھجين محمد ﷺ بہ ھجي، اسان پوءِ بہ ننڊ ٽڪا تي نڪرئون،
ٻہ ڪريم ھجن قيدي بہ ھجون، توڪي ڳالھہ وٽي تہ ٿھي سگھندي،
او ٻاجھہ ڀريا رب ٻانھن تي، تنھنجي ڪاوڙ ڪين ٿھي سگھندي،

ھيڙيون تصويرون ھيئن تيار ڪري، وري بي پرواھہ پوءِ ساڙيندين،
مجرم جي مٿان ساڙڻ جي سزا، جي معاف ڪرين تہ لھي سگھندي،
او ٻاجھہ ڀريا رب ٻانھن تي، تنھنجي ڪاوڙ ڪين ٿھي سگھندي،

توڙي عيبن ۾ وڏ بدنام آھيان، تہ بہ تنھنجي نبيءَ جو غلام آھيان،
دل ٻئي ڏھون تاھہ ڪري تہ ڪري، دل يار ڏھون نہ ٿھي سگھندي،
او ٻاجھہ ڀريا رب ٻانھن تي، تنھنجي ڪاوڙ ڪين ٿھي سگھندي،

**اٿي الله کي سنيار، اٿي الله کي سنيار،**
نٿي ايڏو سست يار، متان وقت نہ گذري وڃئي،

چئن ڏينهن جو ميلو آهي،
هتڙي ڪنهن کي رهڻو ناهي،

دنيا جي عيشن ۾ رهين ٿو،
خوف خدا ڪان ڪين ڊڄين ٿو،

نيڪيءَ جو بدلو نيڪي آ،
برائي ۾ تو کي ڇا ملڻو آ،

ساري عمر تنهنجي گذري ويندي،
تہ بہ تو کي ڪا خبر نہ پوندي،

”راجا“ جون سڀ خطائون معاف ڪر،
آيو آهي مالڪ تو در،
معافي گهري ٿو مالڪ تو در،

سيّد ”راجا“ رياض شاهہ

## اسان جو توهان جو آهڪڙو خدا
سڏايون ٿا انسان جذبا جدا

چمون ٿا تہ سڀ روپ ساڳيو رهي ٿو
جيئين واڳ منهنجي تہ تنهنجي بہ آ

نہ مذهب آ منهنجو نہ ڪو دين تنهنجو
مگر جنهن جي قسمت مُني ماڻتا

هلي حق جي واٽ تي هونئن ٿو هرڪو
صداقت جو مليو سبق آ صفا

نسلَ، قوم پنهنجا قبيلا نبايا
اسان جي اِڪائي بہ رب جي رضا

ڪري بندگي جو انهيءَ جي حياتي
اتم ٿي وڃي ٿي اها آ وفا

رحم دل تي رهڻو آ ”صابر“ هتي
ڪندو معاف مولا اسان جي خطا.

قريشي نعيم الله ”صابر“

## اي ڌڻي تو در جهڪن شاهه وگدا

تنهنجي نالي سان شروع آ التجا

تون ئي رب العالمين عرض وسما
خالق خلقت بہ آهين مالڪِ روزِ جزا

فرض تنهنجا پنج ٿيا منهنجي مٿان
صوم صلوٰتون حج ۽ زڪواة ڪلمو قائما

يا خدايا عاقبت بالخير ڪر
هن جهان وارن ڏنا آهن ڏجها

**توں ئي غفور خالق، اعلیٰ عظيم توں آن**
رحمان نام تنھنجو، بيشڪ رحيم توں آن.

موجود، احد، واحد، معبود، معيد، مبديءُ
الله ذو الجلال، مالڪ مقيم توں آن.

قادر ، قريب، رازق، ذو الطول ۽ غني توں،
خالق، خليل، دائم، قائم، قديم توں آن.

توں ئي اول ۽ آخر، ظاھر ۽ توں ئي باطن،
مَلِڪُ القدوس، صادق، ھادي، حڪيم توں آن.

عالم الغيب توں ئي، فاضل، شڪورُ مولا،
غفار مقتدِر ۽ سميع العليم توں آن.

مُصور، بصِير معطِي، رافع، رشيد سائين
وارث نصير، صمد، منعم حليم توں آن.

جبار، متڪبر توں، نافع ۽ نور مغني،
ڪر ڪرم ون "نذير" تي، قادِر ڪريم توں آن.

نذير احمد "نذير" ڏيھو

**جلوو تنهنجو باغن ۾،**
سڀ مکڙن ۽ گلڙن ۾،
هر وڻ جو پن ذڪر ڪري،
لا اله الا الله، لا اله الا الله....

پيارا مولىٰ عيد ڪراءِ،
پنهنجي نبيءَ جي ديد ڪراءِ،
بس اها نعمت دل ٿي گهري،
لا اله الا الله، لا اله الا الله....

عشق سان دل تمنا ڪري،
مولا ٻيڙو پار ڪري،
منڙي مديني پار لڳي،
لا اله الا الله، لا اله الا الله....

حوصلو رک ٻهليم ادا
اها سعاد ڏيندو خدا،
موت مهل جهونگاريندين،
لا اله الا الله، لا اله الا الله....

**بعد موليٰ جي مٿي عظمت رسول الله ﷺ جي،**

ساري دنيا ۾ وڏي امت رسول الله ﷺ جي،

جنهن جي آئي بت ڀڳا، ۽ دور انڌارو ٿيو،
ظلم جون پاڙون پٽيون، انصاف جو وارو وريو،
حق پرستيءَ ۾ وڏي همت رسول الله ﷺ جي،

دور آقا ۽ غلاميءَ جو هليو ويو دُور ٿي،
امن جو منشور نئون، اهڙو مليو منظور ٿي،
دين ڪامل ٿي ويو نسبت رسول الله ﷺ جي،

ڪيترا راجا ڪري ويا راڄ تخت و تاج تي،
هي هئا فرشِ نشين جيڪي ويا معراج تي،
ڇا ڇئي سگهندو ڪوئي رفعت رسول الله ﷺ جي،

ڇا ڪري سگهندو ثنا "صابر" هتي ڪوئي بيان،
ڪوبہ هن جي مٽ نہ ڪوئي مٽ قرآن،
خود خدا آهي ڪئي مدحت رسول الله ﷺ جي،

قريشي نعيم الله "صابر"

## منو پيارو سھڻو نالو آقا جو، منو پيارو سھڻو نالو مدنيءَ جو،

آھي الله کي پيارو ، جنھن جو آ شان نرالو،
اھڙو مرسل اسان کي مليو، منو پيارو سھڻو،
ڪيڏو تہ منڙو نالو آھي محمد ﷺ ، چمي اکين تي رکان نالو محمد ﷺ ،
جيڪو بہ نانءُ وٺي ٿو، دل کي سڪون ملي ٿو،
مددگار اسان کي مليو، منو پيارو سھڻو،
جنھن جو الله بہ ذڪر ڪندو آ، فرشتن کي بہ حڪم ڏيندو آ،
مؤمن کي بہ حڪم آ، قرآن ۾ بہ لکيل آ،
صلي الله سيئي پڙھو، منو پيارو سھڻو،
الله حبيب کي پاڻ گھرايو، پنھنجي نبيءَ کي معراج ڪرايو،
سڄڻ سير ڪندو ويو، رکي جبرائيل ع بہ ويو،
خدا سان روبرو مليو، منو پيارو سھڻو،
موت بہ آقا سرتي آھي، نيڪي ڪا بہ مون وٽ ناھي،
آقا ديدار ڪرايو، منھنجو ايمان بچايو ،
صدقي ابنِ علي رضي الله عنه مليو، منو پيارو سھڻو،
نبين جو سردار محمد ﷺ ، امت جو سردار محمد ﷺ ،
روئندڙ سارا کلي پيا، دلين جا گل ٽڙي پيا،
جڏھن محبوب پرين آيو، منو پيارو سھڻو،
آقا جي صدقي دنيا ھلي پئي، ٻاجھہ سان ٻيڙي منھنجي تري پئي،
چوي گوپانگ مولائي، محمد ﷺ ڪئي آسائي،
ياڳ پروان جو بہ کليو، منو پيارو سھڻو،

## سنسار سڄي ۾ ، وڏا رنگ رچي ويا
### جهڙي مهل مڪي ۾، منهنجا سائين اچي ويا

حوران هار پارايون، ڪي ويون ڪي آيون،
ڏيڻ ڏيهہ ڏٽيءَ جي، آمد جون واڌايون،
جتا جيجل جي گهر، پل پل پهچي ويا، جهڙي مهل مڪي ۾،

پکي پرڙا کولي، مٺيون ٻوليون ٻولي،
ڏين خوشخبري پيا، هڪ ٻئي کي ڳولهي،
وڻ وڻ تي ڏنو ويو، وڏا منڊل مچي ويا، جهڙي مهل مڪي ۾،

وٺيون ڪرم جون ڪڪريون، سڄي ڏيهہ کي پڪريون،
خود دائي حليمہ ، ڏڏيون ٻيڻ تي ٻڪريون،
سگهيو ڪير نہ ڪٿي، ايڏا ڻ فل تي ويا، جهڙي مهل مڪي ۾،

وٺي گاهہ جو چاوا، چري چو ڳنديا ڍاوا،
ويران وٽن تي، ڦتا سلڙا ساوا،
امڪان نہ جاتي، اتي ميوا پچي ويا، جهڙي مهل مڪي ۾،

لٿي لوڪ جي تنگي، رنگ لاٿا رنگي،
ڪيا خلق خوشيءَ مان، تڙ تيل ۽ ڪنگي،
ڏکيا ڏينهن ويا لنگهي، روئندا سپ سرچي ويا، جهڙي مهل مڪي ۾،

گنج خير مليو آ، پاءُ نہ سير مليو آ،
ڪر سوچ تہ ”عزمي“، ادا ڪير مليو آ،
صفا دامن، دامنگيرن جا ڀرجي ويا، جهڙي مهل مڪي ۾،

## اڄ دلربا دنيا تي الحمد لله آيو،

صلي الله سڀ ڳايو، صلي الله سڀ ڳايو،

امان آمنہ رضہ جي جھولي، تي نور سان ڀرپور آ،
آيا مبارڪ ڏيڻ لئہ، عرشان ملاڪ ھر حور آ،
چوندا وڃن اڄ جيجل، تئي لال چنڊ جهلايو،
صلي الله سڀ ڳايو، صلي الله سڀ ڳايو،

ھي اوچتو ڇا تي ويو، ڪن کي لڳي حيراني،
آباد ٿيا اجڙيل جا، گهہ جتي ويراني،
رب پاڪ جي طرفان اڄ، راٽي اڇي رنگ لايو،
صلي الله سڀ ڳايو، صلي الله سڀ ڳايو،

سردار جي آمد سان، تي ويو ن مڪي ۾ شاديون،
مومن ملي ھڪ ٻئي کي، ڏين پيا مبارڪ باديون،
ٿيا راڄ راضي ھن پر، شيطانُ ڪجهہ شرمايو،
صلي الله سڀ ڳايو، صلي الله سڀ ڳايو،

ڪڻ ڪڻ ڪري پئي بادل، برسي ڦٽا ڦٽ آيا،
جهنگ جا پکي ڪل ٻولي، امان آمنهرضہ وٽ آيا،
توکي مبارڪ جيجل، تو لال سيني لايو،
صلي الله سڀ ڳايو، صلي الله سڀ ڳايو،

ٿيس خيال خوشبوءِ لاھيان، مولىٰ وحيءَ کي لاتو،
چئہ تون نہ ڪر تڪليفون، پرور ڪجل آ پاتو،
سڀ ھار سينگاريل آ، سائڻ نہ ڪر ٻيو سعيو،
صلي الله سڀ ڳايو، صلي الله سڀ ڳايو،

الله هو هو هو، الله هو هو هو، الله هو هو هو، الله هو هو هو، الله هو هو هو

اي دل ايڏو تڙپ نہ روئي الله هو هو، الله هو هو هو
اي دل ايڏو تڙپ نہ روئي انشاءالله، انشاء الله، انشاءالله ،
ٻارهين مهيني، ساڳئي مهيني موتي هلبو مديني، ها ها ها موتي هلبو مديني،
الله هو هو هو، الله هو هو هو، الله هو هو هو، الله هو هو هو،

الله ..... جو ڳين وانگر جانب جي لئہ،
جندڙي گهوري، ڏونگر ڏوري، ڏاڍيان هوري،
پر تي پسيني موتي هلبو مديني، ها ها ها موتي هلبو مديني،
الله هو هو هو، الله هو هو هو، الله هو هو هو، الله هو هو هو،

الله ..... سائينءَ سهڻي جي سڪڙيءَ پيو مون وٽ چا آهي،
چاڪجهہ ناهي گڏ ڪيو آهي،
مون غمگيني، موتي هلبو مديني، ها ها ها موتي هلبو مديني،
الله هو هو هو، الله هو هو هو، الله هو هو هو، الله هو هو هو،

الله ..... سر جو سانگو ناهي تہ چاهي،
ڌن ڌراوت مال ۽ ملڪيت، دنيا دولت،
چانگون چيني موتي هلبو مديني، ها ها ها موتي هلبو مديني،
الله هو هو هو، الله هو هو هو، الله هو هو هو، الله هو هو هو،

الله ..... مڪڻي جهڙن محتاجن تي ،
ڦيري نگاهون، ڪرم جون چانئون، ڪندا متاهون،
شل مون ڪميني، موتي هلبو مديني، ها ها ها موتي هلبو مديني،

# مولىٰ مدينو ڏيکار پوءِ پلي مار،

لهن او جا ڳا اکين جا ، مولىٰ مدينو ڏيکار،

تکڙي سير سمونڊ جي، الله!
او احمد ﷺ چام اکار، پوءِ پلي مار،
لهن او جا ڳا اکين جا ، مولىٰ مدينو ڏيکار،

پاٽي عرب شريف جو، الله!
او پرور پاڪ پيار، پوءِ پلي مار،
لهن او جا ڳا اکين جا ، مولىٰ مدينو ڏيکار،

روضو پاڪ رسول ﷺ جو، الله!...
او ڏاتر مونکي ڏيکار پوءِ پلي مار،

شعر

قسمت والي وجن مديني، او ! وجي چمن مديني جا ڳليان، قربان ٿيوان ان ڳليان تون،
جتان لائيان محمد ﷺ تليان، مين صدق ٿيوان اني احد جبل تون ،
الله ! جنهن لائيان محمد ﷺ نال دليان،
غلام فريدا ! ٿي اتان منظور وجن کيا بريان کيا پليان،

او روضو پاڪ رسول ﷺ جو، الله!
او ڏاتر مونکي ڏيکار پوءِ پلي مار،
اديون شاهہ لطيف چئي ، الله!
او مدني منهڙو ڏيکار، پوءِ پلي مار، لهن او جا ڳا اکين جا ، مولىٰ مدينو ڏيکار،

**سڪ ڏاڍي لڳي، سڪ ڏاڍي لڳي آ سيني ۾، محبوب گهرايو مديني ۾،**

او..... هي شهر ڇڏي اچان لال لڏي،
هن سال ٿي سوار سفيني ۾، محبوب گهرايو مديني ۾،

او.... ناهي سوال ڪو ڏن ڏراوت جو ، مٺا شرف عطا ڪيو زيارت جو،
اچي چاڻ چمان ، گهٽيون گهوٽ گهمان،
حج پاڪ جي پاڪ مهيني ۾، محبوب گهرايو مديني ۾،

او..... حب پاڪ حبيب ﷺ هيڪاندي آ، ديدار جي لئه دل ماندي آ،
ڏسي روضو ٺران، پوءِ ڇونه مران،
رحمت جي خاص خزيني ۾، محبوب گهرايو مديني ۾،

او.... بي صبرو ڏاڍو ڪمزور آهيان، لڪ تو مان اميدون ڪيئن لاهيان،
لڄپال نبي، ڪرپال نبي،
ناهي طاقت ڪا مسڪيني ۾، محبوب گهرايو مديني ۾،

او.... لکان ڇا ڇا نئو مضمون اچي ، سوا تنهنجي نه سنڌ ۾ سڪون اچي،
هڪ ڀيرو اچان، پوءِ بچان نه بچان،
ڪر پوري اميد هي جيني ۾، محبوب گهرايو مديني ۾،

او.... هن جملي جماعت ساڻ مٺا، هي بچل فقير به پاڻ مٺا،
سڏي ڪول ڪريو ، خالي جهول ڀريو،
ڏسو ڪين ڪچايون ڪميني ۾، محبوب گهرايو مديني ۾،

سڪ ڏاڍي لڳي، سڪ ڏاڍي لڳي آ سيني ۾، محبوب گهرايو مديني ۾،
او..... هي شهر ڇڏي اچان لال لڏي،
هن سال ٿي سوار سفيني ۾، محبوب گهرايو مديني ۾،

## خدا شل مدينو جيئري ڏيکاري،

ڏسان سبز گنبد، متان موت ماري،
خدا شل مدينو جيئري ڏيکاري،

هيڻو حال منهنجو، قوت ناهي ڪائي،
مولىٰ ٿي راضي، دل منهنجي ٺاري،
خدا شل مدينو جيئري ڏيکاري،

سڪي ساهہ منهنجو، روئان ٿو سدائين،
راتيون درد واريون، ڳڻتي ٿي ڳاري،
خدا شل مدينو جيئري ڏيکاري،

نڪو حال پائي، نہ درد وند ڪوئي،
رُسي ويو زمانو، دنيا ٿي ڌڪاري،
خدا شل مدينو جيئري ڏيکاري،

”دُرَل“ درد واري، حياتي ٿي گذري،
صبح شام دلڙي مديني ڪي ساري،
خدا شل مدينو جيئري ڏيکاري،

**نبيءَ جي نور کي هر دم، لکائڻ جي نہ ڪوشش ڪر،**
ٻڏي تعريف منهن کي تون، گهنجائڻ جي نہ ڪوشش ڪر،

خدا جو خاص دلبر، دادلو مرسل مٺو آهي،
محمد ﷺ کي بشر جت ڪٿ، تون پائڻ جي نہ ڪوشش ڪر،

زمين ۽ آسمان صدقي، محمد ﷺ جي ٺهيا آهن،
حقيقت کان ادا منهڙي، مٽائڻ جي نہ ڪوشش ڪر،

ٿيو بيهوش موسيٰ ع هو، پسي هڪُ نور جو تجلو،
شبِ معراج جي واقعي، ڀلائڻ جي نہ ڪوشش ڪر،

خدا سان رو برو مليو، مٺو مٺار مدني آ
عهد ”ولسوف“ کي دل تان، ڀلائڻ جي نہ ڪوشش ڪر،

سوا لک ئي نبين ۾ وڏ محمد شان وارو آ،
نبيءَ کي پاڻ جهڙو تون، ٻڌائڻ جي نہ ڪوشش ڪر،

محمد جي ثنا هر وقت، ڳائيندو ”نذير ڏيهو“ ،
عُمر تون بغض ڪيني ۾، وڃائڻ جي نہ ڪوشش ڪر،

نذير احمد ”نذير“ ڏيهو

## اڄ مٺو محبوب مرسل مصطفيٰ ﷺ پيدا ٿيو،

هن زمين ۽ آسمان جو رهنما پيدا ٿيو،

اڄ مبارڪ جي نغارن جي مٿي آ ڌوم ڌام،
اڄ ستارن ۾ کلي ٿي ڪهڪشان بہ وقتِ شام،
ڪائنات ۽ رنگ و بوءِ جو آهي بدليو اڄ نظام،
مرحبا صد مرحبا نورِ خدا پيدا ٿيو،

تنهنجي آمد کان اڳي تاريڪ هي دنيا هئي،
بت پرستيءَ جي سڄي مشتاق هي دنيا هئي،
حق صداقت کان ڦريل بياڪار هي دنيا هئي،
مرد اڄ ميدان ۾ آبا وفا پيدا ٿيو،

تنهنجي امت کي سهارو تنهنجي امت جو مليو،
مئي ڪشن کي تو هٿان آ جام وحدت جو مليو،
ساڪي هو ڪوثر جو "بسمل" مجتبيٰ ﷺ پيدا ٿيو،
اڄ مٺو محبوب مرسل مصطفيٰ ﷺ پيدا ٿيو،
هن زمين ۽ آسمان جو رهنما پيدا ٿيو،

مرحبا صلي علىٰ خير الورىٰ پيدا ٿيو،

**لک مبارڪ مؤمنو اڄ مصطفىٰ پيدا ٿيو،**

حمد صلوٰتون پڙهئون ٿا عيد آ ميلاد جي،
جو اسان جي ديس رب جو دلربا پيدا ٿيو،

لک مبارڪ مومنو، اڄ مصطفيٰ ﷺ پيدا ٿيو
لک سوا پيغمبرن جو، پيشوا پيدا ٿيو،

ظلم زوري جي زماني ۾ جنم جنهن جو ٿيو
سو اسان جو ئي نبي نور الهديٰ پيدا ٿيو

جنهن نئون دستور دنيا کي ڏنو اي مومنو،
دينَ ڪاملَ جو آ رهبر، رهنما پيدا ٿيو،

قول ان جي تان اسان، قربان پنهنجو سر ڪيون،
جيئين چيو آ تيئن ڪيو ، نائب خدا پيدا ٿيو،

زندگي نياڻين نماڻين جي بہ جنهن رحمت چئي،
سو نبي خير البشر خير الوريٰ پيدا ٿيو،

رحمت اللعالمين آ رحمدل، صادق، امين،
آسرو عاصين اهو جهن، جو ادا پيدا ٿيو،

ڪيتريون سختيون سَنيون جنگ و جدل ”صابر“ ڪيا،
حق جو حامي حبيبِ ڪبريا ﷺ پيدا ٿيو

قريشي نعيم الله ”صابر“

**مدني تنھنجو شان نرالو، گھور توتان مان وڃان،**
تنھنجو ڇو نہ شان مان ڳايان،

نالو محمد ﷺ وٺڻ سان پيارا دل کي ڏاڍو چين ملي ٿو،
ذات الله جي راضي ٿئي ٿي، رحمت مالڪ جي برسي ٿي،
بسم الله دل ساڻ پڙهي لاالٰہ جو ورد ڪيان،
تنھنجو ڇو نہ شان مان ڳايان،

خاص الله جو دادلو آهي، مير محمد ﷺ پيارو آهو
سڀني نبين کان شان نرالو، مرسل منھنجو ٿو پار پڄائي،
سھڻا تنھنجي نانءَ مٿان سرڙو قربان ڪيان،
تنھنجو ڇو نہ شان مان ڳايان،

رحمت جي برسات وسي ٿي، هير مديني جي هر دم گھلي ٿي،
پڙهو صلواتون مومن هر دم، الله ﷻ جي خود ذات پڙهي ٿي،
جيسين دم حياتي آ، ويٺو صلواتون پڙهان،
تنھنجو ڇو نہ شان مان ڳايان،

عشق محمد ﷺ ۾ جيڪو رهي ٿو، مدنيءَ جو سو جلوو پسي ٿو،
تنھن کي محشر ۾ ڪو پوءُ ناهي، محمد ﷺ سان جيڪو پيار ڪري ٿو،
”راجہ“ مان پي عاشقِ محمد ﷺ آهيان.
تنھنجو ڇو نہ شان مان ڳايان.

سيّد ”راجا“ رياض شاهہ

## منھنجو مصطفيٰ ﷺ پاڪ پڌرو لکن ۾،
## جيئين گل گلابي آ سھڻو گلن ۾،

حشر ويل ھوندا سوين راڄ راڻا، تنھين ۾ محمد ﷺ پري کان سڃاڻان،
ھوندس ڇوٽڪاري جو جھنڊو ھٿن ۾،
جيئن گل گلابي..................

حشر ويل ھر ڪو ڪندو جان پختي، محمد ﷺ جي من ۾ يا امتي يا امتي،
اھڙيون سَوَ سچايون ڏيکاري ڏکن ۾،
جيئن گل گلابي..................

جھنم کي جنھن ڏينھن ٿيندي موج مستي، انھيءَ ٻاھ کي ٻہ ھٽائي ڪا ھستي،
ڪري پار ڪشتي آڻيندو امن ۾،
جيئن گل گلابي..................

ڏولاون ڏکن جي ڪا پرواھ ناھي، ضعيفن جو ضامن ڏيندو راھ ٿاھي،
اچي پاڻ سرور ٻيھندو صفن ۾،
جيئن گل گلابي..................

شڪر ڪر ”مھيسر“ شفادار مليو، پڪو سات ڏيندڙ وفادار مليو،
غلامِ نبي ٿي خوشي ھر وطن ۾،
جيئن گل گلابي..................

**محبوب محمد ﷺ جي، مرڪڻ تان مان صدقي،**
امان عائشہ صديقہ رضہ جي، سڱي لهڻ تان مان صدقي،

اچي عرض ڪيو امڙيءَ، سائين سئي مان وڃائي آ،
سنهي سئيءَ لئي ڪمرو روشن، روشن ڪرڻ تان مان صدقي،

جڏهن پيدا مدني ٿيو، تڏهن رنگ دنيا کي لڳو،
وٺي فيض ڪروڙين ويا، فيض وٺڻ تان مان صدقي،

چنڊ چوڏهينءَ کان بہ چٽو، مدنيءَ جو نور مٺي،
جنهن مومن دل سان مڃيو، تنهن مڃڻ تان مان صدقي،

جنهن تي عاشق خود رب آ، جنهن جو شان بہ شان آهي،
راٽو روبرو مليو رب سان، ان ملڻ تان مان صدقي،

منهنجي منڙي محمد ﷺ جا، جبرائيل عہ بہ پير چميا،
چانديو بخشل چئي جبرائيل، جي چمڻ تان مان صدقي،

## سرورِ ڪائنات جو، ورد ويھي ڏينھن رات جو،
پڙھندا ڪيو سڀ پيار سان،
صلي الله حبيبنا ، صلي الله ڪريمنا ،صلي الله محمدٍ ﷺ ،

الله ﷻ..... پڙھندو آ رب تعاليٰ،
رتبو اعلئون اعليٰ، واه واه رتبو اعلئون اعليٰ،
آسھڻي صلوٰت جو، ورد ويھي ڏينھن رات جو،
پڙھندا ڪيو سڀ پيار مان، صلي الله ...

الله ﷻ..... درشن جي حسرت سان،
جنھن بہ پڙھيو ڪثرت سان، واه واه ڪنھن بہ پڙھيو ڪثرت سان،
درشن ٿيس ان رات جو، ورد ويھي ڏينھن رات جو،
پڙھندا ڪيو سڀ پيار مان، صلي الله ...

الله ﷻ..... پڙھي ثنا تہ سڄڻ جي،
ڪوڙ وليءَ ويا تہ بڻجي، واه واه ڪوڙ وليءَ ويا تہ بڻجي،
قاعل آن ھن وات جو، ورد ويھي ڏينھن رات جو،
پڙھندا ڪيو سڀ پيار مان، صلي الله ...

الله ﷻ..... سائينءَ جو آ ثنا گر،
عبدالرحيم ادا ڪر، واه واه عبد الرحيم ادا ڪر،
شڪريو ھن ذات جو، ورد ويھي ڏينھن رات جو،
پڙھندا ڪيو سڀ پيار مان، صلي الله ...

**تون ئي مٺو محمد ﷺ، تون ئي پرين پيارو،**

تون ئي اڙين اپو جهن، جو آن سڄڻ سهارو،

تنهنجي اچڻ سان هڪدم، در سپ کليا شفا جا،

تو وٽ علاج آهي، هر درد جو نيارو،

هڪ آس دل ۾ آهي، تو در اچي ڏيان دم،

جلدي خدا تہ منهنجو اهڙو ورائي وارو،

هڪڙو بہ ڪم چڱون ڪو، ٿيو ناهي زندگيءَ ۾،

منهنجو جسم گناهن، ۾ آپريل هي سارو،

سڪرات ۽ قبر ۾ سائين ڪجاءِ تون سولي،

مون عيبدار جو ڪجھ ڪج، محشر ۾ ڇوٽڪارو،

دل تان ”نذير“ جي سپ ميٽيو مٺا مونجهارا،

ڏئي ٿيڪ دل دکيءَ کي، جڳ ۾ ڪيو سوپارو،

نذير احمد ”نذير“ ڏيهو

**سچي دنيا کان سهڻو سردار محمد ﷺ آ،**
جنهن جي نور مبارڪ سان ٿي دنيا روشن آ،

صلوات پڙهڻ سان ٿي ڏاڍي راحت دل کي ملي،
ٿئي ورد سنو ٿو ۽ الله ﷻ به راضي آ،

هي دنيا فاني آهت ڪجھ به ناهين رهڻو،
ڪيون پنهنجا عمل سهڻا، بندگي چو وساري آ،

پاڪ محمد ﷺ جا ٿي هردم غلام رهون،
ڏني پِير ،قطب ۽ غوثن به جنهن جي غلامي آ،

اُهي ڀاڳ ڀريا ڇئبا هن دنيا ساريءَ ۾،
جن کي محبوب سهڻي ديدار ڪرايو آ،

ڇئي ڪوئي سگھندو ڇا محبوب مٺي جي ثنا،
جنهنجو شان مبارڪ خود الله ﷻ وڌايو آ،

تنهنجو هر دم ثناگر آ، هي ”راجه“ مرڻ تائين،
اَچي مشڪل ڪجانءِ سولي ڏاڍي قبر اونداري آ،

سيّد ”راجا“ رياض شاھ

**جتي منهنجو پيارو نبي، جتي منهنجو سهڻو نبي،**

شل اهو ملڪ ڏسان، شل اهو ملڪ ڏسان،
جتي منهنجو پيارو نبي.......،

جتي منهنجو پيارو نبي، شل اهو.......،
جڳ ٿو سڪ ۾ رهي جنهن لئہ سارو سدا،
ڪهڙي تنهنجي مان ڳالهہ ڪريان،
جتي منهنجو پيارو نبي.......،

پيرو پاڪ پسان شال حياتيءَ ۾،
روئي روئي دعائون گهران،
جتي منهنجو پيارو نبي.......،

درد دل جو وڃي گهرجي آرام دل،
دل مديني مان ڏوئي اچان،
جتي منهنجو پيارو نبي.......،

چوي "گلزار چنو" موت منهنجو ٿئي،
پياري پاڪ پرينءَ جي اڳيان،
جتي منهنجو پيارو نبي، جتي منهنجو سهڻو نبي،

**محمد ﷺ جا عاشق هون، ثنا سائينءَ جي ڳائيندا آهيون،**
ڪاڻ نہ ڪنهن جي ڪيندا آهيون،
ثنا سائينءَ جي ڳائيندا آهيون،

الله ﷻ جو پيارو آ، محمد ﷺ منڄو سونهارو آهي،
محمد ﷺ جا عاشق هون، ثنا.... ،

هردم ورد زبان تي آهي، پنهنجو نبيءَ سان پيار آهي،
محمد ﷺ جا عاشق هون، ثنا.... ،

يا محمد ﷺ مان تو چوان، ڇرڪين چو ٿو تون او ملان،
محمد ﷺ جا عاشق هون، ثنا.... ،

بيشڪ گنهگار آهيان، تہ بہ مدنيءَ جو مان غلام آهيان،
محمد ﷺ جا عاشق هون، ثنا.... ،

قيامت ۾ ”راجا“ تيندي شفا، صدقي متي محمد ﷺ جي ادا،
محمد ﷺ جا عاشق هون، ثنا....

سيّد ”راجا“ رياض شاهہ

**سهڻا منهنجا مصطفىٰ ﷺ، مان تنهنجي در تي ٻاڏايان،**
ڪر نظر مون تي، محمد ﷺ مان گنهگار آهيان،

مونکي دنيا جي آهي لالچ هتي ماري ڇڏيو،
آخرت جي لاءِ نہ مون ڪوئي ثمر گڏ ڪيو،
بس انهيءَ سوچ ۾ حيران پريشان آهيان،

اونداهي قبر ۾ دم منهنجو سهڻا گُهٽجي ويندو،
ڪيئن وِڇُن جا ڏنگ هيٺو هي بندو سهندو،
ان مهل مدني ڏجانءِ ساٿ مان آيو آهيان،

ڏينهن قيامت ۾ تنهنجي صدقي گناه بخش ٿيندا،
اهو آهي يقين جيڪي بہ تو سان گڏ هوندا،
تنهنجي دامن ۾ محمد ﷺ مان لڪڻ آيو آهيان،

توکي هر دم مان سڄڻ اها تو فرياد ڪريان،
”راجا“ تي هيڪلو، تنهن تي تون پنهنجي مهر ڪجانءِ
تنهنجون نعتون مان پڙهڻ وارو ثناگر آهيان،

سيّد ”راجا“ رياض شاهہ

**هر دم ذڪر هي ڪرڻو آ، محمد ﷺ محمد ﷺ چوڻو آ،**

جنهن سان مالڪ راضي ٿئي، نالو صدا اهو وٺڻو آ،

ذات الله ﷻ جي پاڻ چئي ٿي، مدنيءَ سان نينهن لاهيو،
جنهن جو حبيب سان پيار گهڻو آ، رب آ تنهن کي وڌايو،
راضي مولا جي رکڻو آ، محمد ﷺ محمد ﷺ ... ،

رزق خدا جي بيشڪ هٿ آ، سهڻو ٿو سڀ کي ورهائي،
محمد ﷺ جي صدقي ٿو کائين، ڳالهه اها چو لڪائين،
لڪي نه راز هي لڪڻو آ، محمد ﷺ محمد ﷺ ... ،

ڏيئر ٿو ڏئي يا پنڙا ٿو ڏئي، جنهن کي وڻيس تنهن کي سائين،
محمد ﷺ آ ڪائنات جو مالڪ، ڪين چڏي ڪنهن کي سائين،
در انهيءَ ڪان پنڻو آ، محمد ﷺ محمد ﷺ ... ،

عرضَ محمد ﷺ سڀ جا ٻڌي ٿو، سهڻو سخي منهنجو آهي،
جيڪو سوالي در تي اچي ٿو، تنهن کي پار پچائي،
سڀ ڪجهه هتڙان ئي ملڻو آ، محمد ﷺ محمد ﷺ ... ،

ولين جي در تي جو وڃي ٿو، تنهن جا ياڳ پلارا،
ادب منجهان جو روضو چمي ٿو، نوري ڏسي سو نظارا،
توسان ڪنڙو ملان ڪين نهڻو آ، محمد ﷺ محمد ﷺ ... ،

مدني سهڻي جا نعت مان ٿاهي، ”راجا“ ٿو هر دم جهونگاريان،
مولا مونکي صدر بڻائي منڪر سيئي ڳولهي ماريان،
مدنيءَ جو ويري نه بچڻو آ، محمد ﷺ محمد ﷺ .

سيّد ”راجا“ رياض شاهه

**نہ چين گھري ٿي نہ آرام گھري ٿي،**

هر ويلي دل منھنجي مدينو گھري ٿي،

روئي نير هارن ٿيون اکڙيون سدائين،
ڪڏهن وارو ورندو مديني جا سائين،
تنھنجي چاٺ چمن لاءِ دل بار بار گھري ٿي،

عشق جي آتش آهي مونکي ماريو،
هتي جي نہ سگھندس جلدي گھرايو،
سھڻا سردار تنھنجو ديدار گھري ٿي،

سوالڪ نبين ۾ آ وڏ شان تنھنجو،
مولا وڏايو آهي مان تنھنجو،
دل تنھنجي در جي غلامي گھري ٿي،

يتيمن جا والي غريبن جا مولا،
ٻڌ هي سدائون ڪيان مان تو مولا،
رهان پل نہ هتڙي دل تو ڏانهن گھري ٿي،

”راجہ“ مان ڏاڍو گنھگار آهيان،
خطا وار آهيان عيب دار آهيان،
تو جھڙو حشر ۾ سخي شفادار گھري ٿي.

سيّد ”راجا“ رياض شاهہ

## تنهنجي شان مٿان قربان نبيﷺ

منهنجا ٻار ٻچا او جند جان پرينﷺ

تون آدم کان ٻه آهين اول، تي آئين هتي خاتم المرسل ﷺ
پيدا ڪونه ڪيو رب تنهنجي مثل، ڪو عالم ۾ انسان نبيﷺ
تنهنجي شان مٿان قربان نبيﷺ

تون محبوب خدا جو آهين عجب، تو ساڻ خدا جو آ خاص قربﷺ
الله... لولاڪ لما سو نهين تو کي لقب، هي تو لئه جڙيو آ جهان نبيﷺ
تنهنجي شان مٿان قربان نبيﷺ

معراج اوهان کي جسماني ٿيو، سارو سير اوهان کي سبحاني ٿيوﷺ
الله.... فرش فلڪ تو تان قربان ٿيو، ڏسي ملڪ ٻه ٿيا مستان نبيﷺ
تنهنجي شان مٿان قربان نبيﷺ

بنا پاڇي ٿيو تنهنجو پاڪ جسم، مک کي نه ويهڻ جو آ تو تي حڪمﷺ
الله .... وڏ يوسف عه کان تنهنجي سونهن صنم، ڏسي حوران ٻه ٿيون حيران نبيﷺ
تنهنجي شان مٿان قربان نبيﷺ

مان آهيان غلامﷺ رسولﷺ تنهنجو، محراٻپور ۾ جتوئي ڇا آهي منهنجوﷺ
الله ..... گهرائي ملڪ عرب ڪر قرب پنهنجو، تي تنهنجو مران مهمان نبيﷺ
تنهنجي شان مٿان قربان نبيﷺ

**ھي اکيون شل حبيبن جي آڏو ھجن، دم ختم ٿي وڃي صرف ديدار ۾،**
دلربا جي سندن درجو دربان ٿي، ديد ويھان وجھي يڪو يار ۾،

قربدارن جي در جو سڏائي ڪتو، پيو ھجان سائينءَ جن جي شھر ۾ ستو، لوڪ
ڏي،
ھي لتون پيا لتاڙن پلي، مست ھونديون نگاھون پيون پيار ۾،
دم ختم ٿي وڃي صرف ديدار ۾.....،

جڏ دنيا پيي تہ دلبر جو سگ در سڏي، پوءِ اچان ڪيئن پنھل جو مان پاڙو ڇڏي،
جي نصيبن ۾ ٿي اھڙي نعمت ملي، دل کي وندرائيان، ويٺو دربار ۾،
دم ختم ٿي وڃي صرف ديدار ۾.....،

جنھن مھل جانبن کي پيو ايندو ڏسان، ھر گداگر کي ھر گنج پيو ڏيندو ڏسان،
مان پيي جھولي اڳيان تن جي بيھان جھلي، مَنَ پوءِ ڪن ڪا نظر پنھنجي پينار ۾،
دم ختم ٿي وڃي صرف ديدار ۾.....،

شل نہ مولىٰ ورائي وطن ڏانھن وري، مان وڃان شال دلبر جي در تي مري،
مَنَ ”مھر“ آس دل جي ٿي پوري وڃي، ھي وقف زندگي يار جي تاڙ ۾،
دم ختم ٿي وڃي صرف ديدار ۾.....،

ھي اکيون شل حبيبن جي آڏو ھجن، دم ختم ٿي وڃي صرف ديدار ۾،
دلربا جي سندن درجو دربان ٿي، ديد ويھان وجھي يڪو يار ۾،

**جهولي منهنجي آهي خالي، جهولي ڀر يارسول الله ﷺ،**
ناهي طاقت مون ۾ مالي، سگهو ور يارسول الله ﷺ،

پڪاريان ٿو پنهل تو کي، ڪٽي هتڙا مديني ڏي،
ٻَڌي ٻانهنون، ڪريان دانهون، تنهنجي در يارسول الله ﷺ،

تنهنجو ٻانهو اڪيلو آ، سوا تنهنجي نہ ڀيو منهنجو،
ننگي ننگپال تون آهين، ڪرم ڪر يارسول الله ﷺ،

اسان تنهنجا ٻچا تنهنجا امڙ تنهنجي ابو تنهنجو،
اچي وڃ رات اڄ آقا، منهنجي گهر يارسول الله ﷺ،

محابِ غوثِ اعظم جي طفيلِ پير و مرشد جي،
اچي ڪر داد "عبديءَ" جو تون آخر يارسول الله ﷺ،
جهولي منهنجي آهي خالي، جهولي ڀر يارسول الله ﷺ،
ناهي طاقت مون ۾ مالي، سگهو ور يارسول الله ﷺ،

## شانِ رسالت مولىٰ ڄاڻي ٻئي کي طاقت ناهي،

مالڪ جو محبوب محمد ﷺ کو نهي ڪنهن کان دور،
نبي ﷺ سائين نور آ، حق نبي ﷺ سائين نور آ

آئي ڄام محمد جي پيا پٽر پڙهن صلواتون،
مَلڪ فلڪ پيي ڳائن دم دم نور نبيءَ ﷺ جون نعتون،
اهڙي شان مبارڪ وارو آحضرت پاڪ حضور، نبي سائين ...

جڏهن پڙهون ٿا درود سڄڻ تي پاڻ درود ٻڌن ٿا،
روضہءِ اطهر پاڪ منجهان را جلد جواب بہ ڏين ٿا،
چونہ چوان مان سهڻو سيد زنده آهي ضرور، نبي سائين ...

حاضر ناظر منهنجو سائين حڪم خدا سان آهي،
اهلِ سنت وارو عقيدو يار اهوئي آهي،
تون نہ ڏسين ٿو تنهنجي آهي پائو اک جو قصور، نبي سائين ...

سهڻي عربي ڄام جي آئي تي ويون سپ سٺايون،
تون مان ويهي اُن محبوب جون نعتون اڄ ٿا ڳايون،
نثار ڪبر ٿيو جنهن جي صدقي ملڪن ۾ مشهور، نبي سائين ...

حضرت يوسف لاءِ هوندي هئي هڪڙي زليخان ديوان،
پر محبوب محمد خاطر هر دل آ مستاني،
حسن حبيب ڪريم ڪا مولا ڏئي چڏيو پرپور، نبي سائين ...

**اڄ ڏٺو آ چنڊ رمضان، ساهہ پيو آ ساهہ ۾**

برڪتون ٿيون بيڪران نازل ٿين هن ماهہ ۾.

آ مبارڪ مومنن لاءِ هيءُ مهينو ٿي نصيب،
تا رکن روزا سمورا سي خدا جي راهہ ۾.

بند ٿين دوزخ جا در شيطان پڻ آ قيد ۾،
در کليل جنت جا آهن چو ڪِرين آڙاهہ ۾.

ڪيئن نمازون ۽ تراويحون تا دل لائي پڙهن،
حمدُ باريءَ جو آ جاري ڏس تہ کهڙي چاهہ ۾.

شب قدر آهِن مهيني جي ڏهي پوئين اندر،
نازل ٿيو قرآن پڻ، پڙ ربَّ جي سارا هہ ۾.

گهُر دعا "صابر" خدا کان جو ٿئي ٿي مستجاب،
بخشبا بيشڪ گناهہ آ آسرو الله ۾.

قريشي نعيم الله "صابر"

## آيو رمضان آ تڙيو شيطان آ،

مومن روزا رکو اهڙو فرمان آ، آيو رمضان آ تڙيو شيطان آ،

بهشت جو در کليو، نيڪي هر دم ڪريو،
ريجهايو رب کي جيڪو رحمان آ،
تڙيو شيطان آ، مومن روزا رکو اهڙو فرمان آ،

بڪئي جي لهه خبر، ڏکي تي ڪر مهر،
تون ماري نفس کي ڪندو احسان آ،
تڙيو شيطان آ، مومن روزا رکو اهڙو فرمان آ،

نمازي تيءُ سدا، تراويح ڪر ادا،
پورو آخر ڪبو پڙي قرآن آ،
تڙيو شيطان آ، مومن روزا رکو اهڙو فرمان آ،

هليو ويندين هتان، نہ تئي ميلو متان،
نيائي هيل وچ مهينو مهمان آ،
تڙيو شيطان آ، مومن روزا رکو اهڙو فرمان آ،
آيو رمضان آ تڙيو شيطان آ،

ٿيندي مقبول آ، "صابر" هر التجا،
خدا ڏيندو جزا اهو ايمان آ،
تڙيو شيطان آ، مومن روزا رکو اهڙو فرمان آ،

قريشي نعيم الله "صابر"

## الوداع اي ماهِ رمضان، ماهِ مهمان الوداع،

تنهنجي آئي مؤمنن کي ٿي هئي چاهت گهڻي،
ورد هر جاءِ هو وظيفو، روح کي راحت گهڻي،
روزيدارن کي ٿيو آ تنهنجو ارمان الوداع، الوداع اي ماهِ رمضان.....

روزو شب هئي، تات تنهنجي لات پي نعمت هئي،
قدر واري رات ۾ هر ذات تي رحمت هئي،
ذکر هو مسجد اندر تا فجر فرقان الوداع، الوداع اي ماهِ رمضان.....

کن تراويحون نمازون ٿي پڙهيون،
کن کٽي تسبيح تي ڦيريون کٽيون،
هٿ دعا جي لاءِ کنيا ٿي هر مسلمان الوداع، الوداع اي ماهِ رمضان.....

معتکف وينا اچي کيئي ڏهي پوئين اندر،
التجا صدقي محمد ﷺ جي خدا مقبول کر،
کر خطائون معاف مولىٰ پنهنجي طرفان الوداع، الوداع اي ماهِ رمضان.....

سَوَ سلامن ۽ درودن ساڻ صلواتون هيون،
حمد ۽ نعتون، مداحون ۽ مناجاتون هيو،
آيتون اهڙيون پڙهيون ٿيو تازو ايمان الوداع، الوداع اي ماهِ رمضان.....

شل ملي اهڙو مهينو بخشجي هر ڪو وجي،
مغفرت جي راه آهي ٻي نہ ڪنهن دَرِ ڪو وجي،
ماه اهڙو مؤمنن تي آ مهربان الوداع، الوداع اي ماهِ رمضان.....

هو وجي ٿو پوءِ بہ هيڏي عيد ٿو ڏيندو وجي،
پنهنجي آئنده اچڻ جي ديد ڏيندو ٿو وجي،
ڪو وساري ڪيئن ”صابر“ تنهنجو احسان الوداع،
الوداع اي ماهِ رمضان، ماهِ مهمان الوداع، الوداع اي ماهِ رمضان.....

قريشي نعيم الله ”صابر“

**جهولي منهنجي آهي خالي جهولي ڀر يارسول اللهﷺ**

ناهي طاقت مون ۾ مالي سگهو ور يارسول اللهﷺ

پڪاريان ٿو پنهل توکي ڪٽي هتڙا مديني ڏي،
ٻڌي ٻانهون ڪيان دانهون، تنهنجي در يارسول اللهﷺ

اسين تنهنجا ٻچا تنهنجا، امڙ منهنجي ابو منهنجو،
سيئي تنهنجا غلام آهن، تون دلبر يارسول اللهﷺ

تنهنجي زيارت جي خواهش آمدت کان منهنجي دل ۾،
پهچي وڃ رات اڄ آقا، منهنجي گهر يارسول اللهﷺ

**سردار سات ڏيئي وڃان ڏکي سفر ۾،**
جنهن وقت لاش ڪانڌي لاهي وڃن قبر ۾،

سقراط ۾ بہ سائينءَ پهريان ليئو ٿو پائينءَ،
منڙا مزار تائين، نوڪر هجئي نظر ۾،

مٺ مائٽ منهن مٽيندا، خودلحديي لٽيندا،
سڏڪا پري سٽيندا آخر اڪيلي گهر ۾،

آئي ڏکي گهڙي آ، لڄپال اڄ لڙي آ،
ٻيڙي ٻڏي ڪڙي آ، بدڪار جي بحر ۾،

مڪٽو فقير منهنجو، توري حبيب هوندو،
آقا غلام تنهنجو آ فقير هن فقر ۾،

## هي اکيون شل حبيبن جي آڏو هجن،

دم ختم ٿي وڃي صرف ديدار ۾،
دلربا جي سندن در جو دربان ٿي،
ديد ويهان وجهي بس يڪو يار ۾،

قربدارن جي در جو سڏائي ڪتو،
پيو هجان سائين جن جي شهر ۾ ستو،
لوڪ ڏئي لتون پيا لتاڙين پلي،
مست هونديون نگاهون پيون يار ۾،

جڏ دنيا پيي ٿي دلبر جو سگ در سڏي،
پوءِ اچان ڪيئن پنهل جو مان پاڙو ڇڏي،
جي نصيبن ۾ ٿي اهڙي نعمت ملي،
دل ڪي وندرائيان ويٺو دربار ۾،

جنهن مهل جانبن ڪي پيو ايندو ڏسان،
هر گداگر ڪي هر گنج پيو ڏيندو ڏسان،
مان بہ جهولي اڳيان تن جي بيهان جهلي،
من پو ڪن ڪا نظر پنهنجي پينار ۾،

شل نہ مولىٰ ورائي وطن ڏانهن وري،
مان وڃان شال دلبر جي در تي مري،
من مهر آس دل جي ٿي پوري وڃي،
هي وقف زندگي يار جي تار ۾،

تو ڪان تو ڪي ٿو گهران، مونکي شاه نہ گهرجي شان،
مون نالي تنهنجي سڄان، آهي وڏو هي مون مان،
اچڻ جو ڪري اعلان، يا موڪل ڏي تہ مري وڃان،

ڏک سکن جي سونهن، او.. مان تہ گهوريا ڏک سکن تان،
سکن سوداگر سڀ ڪو، ڏکن ساٿيھہ تون،
پٽ جو گهوٽ لطيف چئي..........
جڏهن دلبر سان ملياسين، تہ ويچارا ڏک هليا ويا،

## جدائيءَ ۾ جيڏيون ڏکن جو سفر آ،

راتيان ڏينهان ورڙيءَ غمن ۾ گذر آ،

ڏينهان سور سلسل راتيان روڄ راڙو،
ڪري دل هي دانهون، ڪري سر اگهاڙو،
سورن ۾ سرتيون، منهنجو گذر آ،

هيم ڪل نہ ڪائي، تہ ٿيندم جدائي،
وٺي ڪين ورڙيءَ ہي ساري خدائي،
منهنجو ور(مرشد) مون لئي، شمس و قمر آ،

آيا نور محمد شاه تي سڀ سور سختيون،
اوهان ور پنهنجي سان، الائي ڪيئن پرتيون،
ساري عمر جو مون تي سورن جو ثمر آ،

## جڏهن پڇندا ملائڪ چوندو سان

مان تہ سهڻي نبيءَ جو غلام آهيان،
بي ڪائي شيءِ تہ نہ ڄاڻان ٿو،
رڳو پڙهندو صلوٰة سلام آهيان،

ٻيو ڪوئي عمل ڪونهي مون وٽ،
بس ان جي محبت آندي اٿم،
رکي اسم آقا جو اکڙين تي،
پيو چمندو محمد نام آهيان،

جڏهن هوش سنڀاليم جوانيءَ جو،
تڏهن نينهن نبيءَ سان لاتو هيم،
جيسين دلبر تي نہ درود پڙهان،
تيستائين ڪندو نہ آرام آهيان،

مونکي عشق حبيب جو آ دل ۾،
پلي چيري سمورو سينو ڏسو،
چو تہ دل سان حسين جي ناني جو،
ڪندو ورد صبح ۽ شام آهيان،

پلا عشق محمد جي اڳيان،
هي منڪر نڪير پو ڇا پڇندا،
مونکي پڪ آهي ساميءَ ۾ بہ
سردار سخيءَ جي سام آهيان،

سوا عشق حبيب جي هتڙي ڏس،
پلا شير سهڙا ٻيو رکيو ڇاهي،
رکيون عشق بتول جي بابي سان،
دنيا کي ڏيندو پيغام آهيان،

## آيو منهنجو سهڻو نبيؐ

سڀ پڙهو صل علي سيدناؐ

نور مجسم سرور عالم سچوؐ
مدني آ محبوب خداؐ سڀ پڙهو صل علي....

اونڌايون ويون ساريون ختم ٿيؐ
دينِ اسلام جا ڏيئا ٻرياؐ سڀ پڙهو صل علي....

ڪوٽ ڪفر جا ڊهن پيا سڀ ڪريؐ
الله اڪبر جا نعرا لڳاؐ سڀ پڙهو صل علي....

ارض سما ۽ وڻ ٽڻ پيي پيا نچيؐ
حورن مَلڪن پيي گيت چياؐ سڀ پڙهو صل علي....

والي طيبهؐ آڌار امت سندوؐ
انبيائن جو آ رهنماؐ سڀ پڙهو صل علي....

درود و سلام گهايل ؐ پڙهندا رهوؐ
پڙهندو درود آهي خود خداؐ سڀ پڙهو صل علي....

**مان نٿو چاهيان تہ مون وٽ سون چاندي زر هجي،**
ٿو گهران تو کان تہ تنهنجي در اڳيان منهنجو گهر هجي،

مون مجي درباني، درباني ۽ جو جيئن دستور آ،
تون بہ منڙا چئہ ڪٽي مونکي بہ ايئن منظور آ،
تنهنجي هر مهمان جو، هي نعت خوان نوڪر هجي،

سنڌ ۾ مان تنهنجي صدقي، ڪاڏو پيتو ڪوڙ آ،
صرف هڪ مولود تنهنجو، منهنجي لاءِ هڪ ڪروڙ آ،
گنج ٻيا ڪاڏي ڪبا جڏهن تو جهڙو گوهر هجي،

ڪو بہ چوندو، هل مديني، تہ هڪ دم ها ڪبي،
جي ملي جڳهہ، مديني ۾ تہ ميهڙ/سنڌڙي چا ڪبي،
مان بہ ٻچڙن سوڌو من، مون ڏي بہ ڪو آڍر هجي،

لوڪ سان گڏ مان بہ پاڙي، ۾ لڏي ويهي رها،
ڪنهن بہ ڪندڙيءَ ۾ ڪڪائون، گهر اڏي ويهي رهان،
روز و شب اڳيان اکين جي، روزهء اطهر هجي،

گفتگو هي پاڙ ۾، گڏجي ڪندا منڪر نڪير،
هي محمد جو مداحي ، آ غلام فقير،
ڏيوس معافي خير سان خوش باش تا محشر هجي،

**لٿي لاش ڪانڌين ڪئي موڪلاڻي،**

هاڻي مدني هلي آ، سگهو تيءُ ساڻيهہ،

ثمر جنين نہ ساڻ ٻيلي هوت حمايتي تن جو،
ڪري ڇيڏ ڇپر ۾ پنهون ايندم پاڻ،
تيندم روح رهاڻ، لحظي منجہ لطيف چئي،

ڏسان ٿو تہ ڏاڍي آهي قبر اونڌائي،
هتي ڪير توريءَ ڪري پوئِواري،
جيڪا ٻڌندو هيس مان اها جاءِ آئي،

تون سمو آءٌ گندري، مون ۾ عيبن لک،
منهنجي هن حال جي توکي سڀ پرک،
ڪارڻ رب الک، او متان مهڳر متين،

آهيان خوار ڏاڍي دفتر جي ڪولن،
اچي تن جي اڳ ۾ ڍڪ ۽ ڍنيولن،
متان ڪيل خطائن جي ڪلي ڪهاڻي،

ڏاڍي مونجهہ ۾ آ مڪٽو ويچارو،
اچي سائلن کي سهٽا ڏي سهارو،
ايندي سمجهہ نٿم ڪا اتي نئين پراڻي،

**آ سردار لھہ ڪا سار جسم منھنجو دفنائن ٿا،**

**لحد ۾ مون کي لاھن ٿا. جسم منھنجو دفنائن ٿا،**

گذري عمر وئي ڏوھن ۾،
آھيان پريل مان عيبن ۾
اچ دلدار لھہ ڪا سار جسم منھنجو...

مَلَڪَ قبر ۾ سچڻ ايندا
کھڙو الاءِ حال ڪندا
تو بن يار لھہ ڪا سار جسم منھنجو...

اوندھہ اندر قبر آھي
پچندا ڇا ڪا خبر ناھي
قبر سنوار لھہ ڪا سار جسم منھنجو...

قبرستان ڏي پنڌ منھنجو
آخري آھي ھنڌ منھنجو
مل مٺڙا لھہ ڪا سار جسم منھنجو...

مونکي لٽيندئي اچ ڪانڌي
آخر موتَ مونکي آندئي
تنھنجيءَ تارَ لھہ ڪا سار جسم منھنجو...

ڪنھن کي "مھيسر" حال ڏيان
ڪنھن کي نديم علي سوال ڪيان
تو بن يار لھہ ڪا سار جسم منھنجو...

**اسان جي واسطي آهي، شفا خانو محمد ﷺ جو،**
**گُلي ويو آهي رندن لئہ، مئي خانو محمد ﷺ جو.**

مون پيتو آهہ پُر مئي وارو، پيمانو محمد جو،
نہ ٿيندو حشر ۾ مئي نوش بيگانو محمد ﷺ جو،
لڳو پيو يادگيرو آھہ، روزانو محمد ﷺ جو،
فقط پنهنجي زبان تي آهہِ افسانو محمد ﷺ جو.

مديني ۾ وڃي مان نوڪري ڏيان شاھہ شاهان جي،
ٻُهاريان خاڪ ڏاڙهيءَ سان سندس روضہ جي ايوان جي،
نہ مستانپ ۾ مون سان آهي، حاجت ڪا زليخان جي،
هوءَ مستاني آ يوسف جي، مان مستانو محمد ﷺ جو.

محمد ﷺ جي محبت ديس ۾، پرديس ۾ آهي،
طبع خوش مارئي وانگي، ڪٿيءَ ۾ ڪيسَ ۾ آهي،
نہ هيئن ديوانگي مون وانگي مجنون قيس ۾ آهي،
هو ديوانو آ ليلان جو، مان ديوانو محمد ﷺ جو.

نہ ڪنهن پي اُمتيءَ ڪي حشر ۾ حضرت وساريندو،
وٺي نالو مگر هڪ هڪ ڪري حضرت پُڪاريندو،
اي ”دادن“ حوضِ ڪوثر جا، پري پيالا پياريندو،
وساريو ڪين احسان مسلمانو محمد ﷺ جو

## هِتي پي آ هُتي پي آ

محمد مصطفيٰ منور، هِتي پي آ هُتي پي آ،
اَجهو اَپرن، اڙين آڌر، هِتي پي آ هُتي پي آ.

ڪري ڪو همسري ڪهڙي، مٿي محبوب مُرسل سان،
پرين پيارو سندو پرور، هِتي پي آ هُتي پي آ.

سَپَن سان ميٺ محبت جو ڏنائين درس دنيا کي،
ڪرم ۽ رحم جو پيڪر، هِتي پي آ هُتي پي آ.

ٿيو ضامن ضعيفن جو، سهارو بي سهارن جو،
سچو سردار سو سرور، هِتي پي آ هُتي پي آ.

ڀُلي ڀٽڪي وڃڻ جو ڪو بہ ڪونهي خوف ۽ خطرو،
رُلين جو رهنما رهبر، هِتي پي آ هُتي پي آ.

امن انصاف ۽ اخلاق کان واقف ڪيو جنهن، سو،
خدا جو خاص پيغمبر، هِتي پي آ هُتي پي آ.

مٿي معراج موليٰ سان ٿيون منڙيون ملاقاتون،
ڏٺي جو دلربا دلبر، هِتي پي آ هُتي پي آ.

حبيبِ ڪبريا آيو، ختم ٿيو دور اونده جو،
خدا جي نور جو مظهر، هِتي پي آ هُتي پي آ.

اسان پارن اپوجهن جو، اَجهو ۽ آسرو احمد،
دوا جو ۽ دعا جو در، هِتي پيي آهُتي پيي آ.

پچاڙيءَ جو پرين آيو، ٿيو اڳواڻ اڳين جو،
بلاشڪ سو نبي آخر، هِتي پيي آهُتي پيي آ.

وسيلو واهرو واه وا ڏکوين ڏيِ "ڏاڏاهي"
پلارو پرجهلو بهتر، هِتي پيي آهُتي پيي آ..



**منهنجا محبوب مان تنهنجي غلامُن جو غلام آهيان.**

اوهان ڏي موڪليندو سَوَ صلاتون ۽ سلامُ آهيان.

اکين سان آڱريون پنهنجون دفعا ٽي چار چمندو آهيان
جڏهن آذان ۾ ٻڌندو محمّدﷺ تنهنجو نامُ آهيان.

مَتي ويا منهن گهٽا ماٺهون تنهنجي در ڪان "مهيسرَ" چئي
مگر ماءُ پيءُ ٻچن سوڌو سچڻ مان تنهنجي سامَ آهيان.

## ڪڏئون ڇو غرض غيرن جي جڏهن قرآن عربي آ

مٿي آ مرتبو هن جو ۽ پلي باشان عربي آ

مڪمل دين اسلامي ٿيو احڪام خالق سان
محمد تي ڪيو نازل خدا فرمان عربي آ

آهي ٻولي هي ٻاجهاري بلند منجهه نعرءِ تڪبير
مٿي منجهه شاعريءَ آهي سخن افشان عريبي آ

آهي هيءَ ماءُ ٻولين جي هلي ساري دنيا اندر
صَرف ۽ نحو عربيءَ ۾ فقه فرقان عربي آ

آهي ڪلمو به عربيءَ ۾ پڙهون عربي نمازن ۾
دعائون پڻ آهن عربي، اندر آذان عربي آ

حديثون پاڪ عربيءَ ۾ فتاوائون به عربيءَ ۾
شريعت جي شرح ساري لکيل آسان عربي آ

ٻڌڻ ۾ تي اچي "صابر" آهي گفتار ۾ سولي
تلاوت ۽ قرأت جو اعلىٰ عرفان عربي آ

مسلمانن جو آ ايمان مرڻ کان پوءِ پڇاڻي ۾
ٿيندا سوال وجواب عربي ۾ عجب ميزان عربي آ

قريشي نعيم الله "صابر"

**مکي ۾ مير مرسل جي ولادت با سعادت ٿي**
جهالت وئي هلي هڪدم علم جي جو عنايت ٿي

محمد آمنہ بيبيءَ جي گهر ڄايو ٿيون خوشيون
پسڻ پياري پيغمبر کي پيدا هردل ۾ چاهت ٿي

انهيءَ ئي دور ۾ داين وٺي پالڻ جو ڪيو سعيو
ٿيو روشن مقدر سو حليمہ جي امانت ٿي

کُلي پيا بخت بيبيءَ جا جو اجڙيل گهر ٿيس روشن
سچي سردار سرور جي سعديہ تي سخاوت ٿي

ڪيئي ڪفار ڪنبجي ويا ڪيئي دشمن دهلجي ويا
جڏهن جو دين جي تبليغ جاريءَ سان اشاعت ٿي

تڏهن توريت ۽ انجيل صحيفا سڀ ٿيا منسوخ
جڏهن قرآن ٿيو نازل شروع ان جي تلاوت ٿي

بتن جي ٿي ڪيئون پوڄا پرستش باھہ تارن جي
خدا جي ٿي خدائي بي بقائن جي هلاڪت ٿي

پيچي بت ٿي پيا پورا ڪِري پيا ڪوٽ ڪسرىٰ جا
جڏهن ڪعبي سندي اعلىٰ عمارت ۾ عبادت ٿي

نڪي رنگ و نسل مومن جي شاهي يا فقيري آ
پر ڪ جي جا ڪسوٽي آ اها تقويٰ علامت تي

جهان جا ڪيترا والي هي والي دوسرئ آهي
خدا جو خاص پيغمبر وڏي جنهن وٽ ولايت تي

خدا جنهن سان محبت ڪئي اسان کي آهہ سو پيارو
حشر ويلي ٿيندو حامي مليو اهڙي ضمانت تي

امام الانبياء آيو نبي آخر زمان آيو
حقن جو پاسبان آيو ختم ساري خيانت تي

اسان کي پي عطا سوغات تي آهي شريعت جي
آئي اسلام جي ”صابر“ مسلمان جي عبارت تي.

قريشي نعيم الله ”صابر“

## معراج واري رات جوآ شب قدر کان شان وڌ
مولا ڪيو سڀ راتين مان رات هن جو مان وڌ

پاڪ رب منڙي محمد کي گهرايو هو جڏهن
موڪليا جبريل ۽ برّاق عاليشان وڌ،

نور جي پوشاڪ پهري تيار سواريءَ لاءِ تيا،
مرسل منو مدني روانو ٿي ويو ذي شان وڌ،

هو هليا بيت المقدس منتظر جت انبياء
جِنَّ حورون، ۽ پريون جت منتظر غلمان وڌ،

پهتو جڏهن مرسل اُتي سيني سلامي ڪئي وڌي،
آيا ملڻ لاءِ انبيا پيغامبر، اُن آن وڌ،

جبرئيل اُت آذان چئي آيا مِلي (مِڙي) سيئي نبي،
مسجد سڄي پرجي وئي پرجي ويو ميدان وڌ،

محمد سين جي هو اڳيان سيئي نبي تنهن جي پٺيان،
ات ادا نفلات ٿي ۽ پڻ پڙهيؤن قرآن وڌ،

پوءِ هليا مدني اتان محبوب پڻ سواري ڪري،
ٿي ويا اڳتي جتي ٿيڻا هئا مهمان وڌ،

پاڻ سيني آسمانن تي نبين سان مليا،
مرحبا صد مرحبا آواز ٿيا هر آن وڌ.

منهنجو هتڙي ماڳ آ اڳتي اوهان جو ڀاڳ آ،
ٿيو جدا جبرئيل سدره تي ڪري ارمان وڌ.

۽ اڪيلا ويا جتي الله سان ملڻا هيا،
ٿورو جو ڪجھ دور ها گفتا ٿيا درميان وڌ.

خود پسيئون الله کي محبوب ربُّ پنهنجو ڏٺو،
۽ تي فرمايو خدا صد مرحبا فرمان وڌ.

پوءِ اتان واپس وريا پهتا اچي مسجد حرام،
جاءِ سا جاچي ڏٺئون جت اڳ هيا گهمسان وڌ.

گهر اچي ڇا ٿا ڏسن زنجير در جو ٿو لڏي،
بسترو پيو آ گرم "صابر" پڙهو اعلان وڌ.

قريشي نعيم الله "صابر"

**ڪيو مولا عبادت لاءِ پيدا هڪ حرم آهي،**
۽ پڻ امت محمد جو هي اسلامي ڌرم آهي،

ﮬ تي آڏينهن هي دنيا هميشہ هت نہ ڪو رهندو،
ڪندو سڀ سان چڱائي رهہ پلائيءَ جو ڀَرم آهي،

حياءُ ڪان ويو زمانو اڄ زماني ڪان چڱو تي پڇ،
نہ ڪوئي خيال آ ڪنهن جو نہ ڪنهن کي ڪو شرم آهي،

ڪيو مولا ڪري پيدا حوالي والدين وٽ آ،
اهو پيارو پدر منهنجو مهربان مادرم آهي،

نہ "صابر" نا اميدي ڪر ڪڏهن ايندي خوشي تو در،
پنهيون من جون مرادون ڪافي مولا جو ڪرم آهي،

قريشي نعيم الله "صابر"

**نيٺ تون خدا جي اڳيان، پنهنجو سر جهڪائيندين،**
ڪيترو ڪندين پاسو، ڪيترو نٽائيندين.

زندگي ملي ٿي هڪ دفعي، عمل نيڪ ڪر تون يڪو،
موت اوچتو ايندءِ، ڏاڍو پڇتائيندين.

ڪَرم تو تي قادر جا، بي حساب ئي هوندا،
ڪهڙي ڪهڙي نعمت ڪان، روز مُنهن مَٽائيندين.

تون پرايا مال تاڙيون، هٿ اڏائي وينين ماڙيون،
قول ڪيئن ڪرين ٿو ڪچا، پاڻهي ٻڏائيندين.

ڏينهن چار حاضر هتي، تون تہ آنَ مسافر هتي،
هيءَ اَتِي دنيا فاني، ماڳُ ٻيو وسائيندين.

نفسَ ڪي سڄڻ سمجهي، بهشت ڪان نہ وڃ تڙجي،
ڪا تہ ڪر چڱائي هتي، يا پاڻ کي تنگائيندين.

چِ تئين ٿو تون دربدر، پڙهہ قرانُ شامُ و سَحر،
واٽ هَلُ سدائين سَنّئين، آخرت سنواريندين.

ٻول ڪو ٻہ ”صابر“ نہ ٻول، چئہ مٺي محمد جو قول،
ٿيندو شافع محشر جو، امتي سڏائيندين.

قريشي نعيم الله ”صابر“

## مديني جي مومن آوستي نرالي
جتي آهي موجود هستي نرالي

مُنارا پسان مير جا دل چوي ٿي
مگر حال هيٺو آ پستي نرالي

چئون جنهن کي ٿا رحمت العالمين
سا وابستگي آ الستي نرالي

ڀڄان ٿو عجب روح پرور نظارا
اندر اٿل کائي ٿي مستي نرالي

روئي نير هاري دعا اُت پني جو
ٿي مقبول "صابر" سا سستي نرالي.

قريشي نعيم الله "صابر"

**رسول اللّٰه سان رغبت رکي پو بي فکر ٿيندين**
اگر محبت متہ ۽ من ۾ تہ منظورِ نظر ٿيندين

دنيا ۾ انقلاب آيو ملي انسان کي آزادي
غلامي وئي هلي جڙ کان، بنيادن کان وئي بربادي
نئون دسور فطرت جو، قرآن پڙهہ باخبر ٿيندين

دنيا جا دور ڦرندا پر، نہ ڦرندا قول قرآني
حديثن مان هدايت وٺ، اها ٿي راهہ رباني
اگر جي واٽ ۾ وٺندين تہ آخر بي ثمر ٿيندين

نہ کر کو ڏاڍ يا آڪڙ، وڏاءِ کم نہ ڪا ايندءِ
زمين تي ناز سان نا هل، قدم ان جي مٿان هوندءِ
سدائين نياز ۾ نوڙت ڪندين عاقل امر ٿيندين

مکمل ٿي مليو آدين، ٿئين هر ڳالهہ کان آگهہ
گناهن کان ڪري پاسو، کڻي هٿ ڪر وري توبهہ
ملي پيغام ٿو پل پل، تون ڪيسين بي خبر ٿيندين

شهنشاهي ڪٿي شاهي، سڙي ٿيون خاڪ شعلن ۾
ڏکا درٻار ۾ آهن، نہ ڪي آمانُ محفلن ۾
اڳيان رب جي جهڪين جڏهن تڏهن ڪو بي خطر ٿيندين

اهو معراج ماڻيو جنهن آهي لولاڪ جو مالڪ
اسان جو پيار آان سان جنهن جو حبدار آ خالق
جُتيءَ جو جوڙ ناهي ڪو، تون پيتي بي اثر ٿيندين

ڪندو شافع شفاعت روز محشر ناهي ڪا ڳڻتي
آهو رهبر اچي رسندو، ڪندو امتي ڪندو امتي
محمد مصطفىٰ جو در، ڇڏيندين در بدر ٿيندين

دغا ڪان دور رهه ”صابر“ ڪدي ڪچ ڪوڙ ۽ ڪلفت
سچائي ۽ صفائي رک، اندر انسان لاءِ الفت
ندامت جا مَليندين هٿ، جڏهن پيشِ حشر ٿيندين

قريشي نعيم الله ”صابر“

## گڏ هليو جبريل سان اچ مصطفىٰ معراج تي
دل گهريو دلبر دلا رو دلربا معراج تي

ٿيو حڪم جبريل کي وڃ تون وڃي آءُ مصطفىٰ
برهہ جون باتيون ڪبيون اچ دوست دلبر سان صفا
ڪل نبين جو تون وڻي اچ پيشوا معراج تي

بهشت مان برّاق ڪاهي سيگهہ مان آيو هلي
نياز نوڙت سان نياپو هي ڏنائين ٿِي ڪلي
اچ اوهان کي آ گهرايو خود خدا معراج تي

هي نياپو نينهن جو نرمل ٻڌي بس تيار ٿيو
بهشت جي سهڻي سواريءَ تي سچڻ هو سوار ٿيو
رو برو ربّ سان مليو ٿي مجتبىٰ معراج تي

خوش گهڻو حوران ملائڪ ٿيا ڏسي ايندو نبي
مرحبا سِيني چيو ٿي راز رهبر تي ربّي
خاص مهربان ٿو وڃي خير الورا معراج تي

قرب هي رب جو ٿيو جو مصطفىٰ مهمان ٿيو
پاڪ پرور مير مرسل جو اُتي ميزبان ٿيو
دو بدو ربّ سان مليو نور الهدىٰ معراج تي

ويو هٽي پردو اتي ۽ دو بدو ديدار ٿيو
نور جي آڏو اچي بس نورُ ئي تروار ٿيو
عشق جي ٿي ابتداءِ انتها معراج تي

سا اٺارهہ سال جي معراج واري رات هئي
بس خدا جِي مصطفیٰ سان برهہ واري بات هئي
اڄ هلي بي انتها رب جي سخا معراج تي

دل سنديون پوريون ٿيون جو اميدان ويو ڪٽي
جيئن چيو محبوب تيئن خوش ٿي مڃيو اترِي ڏٽي
ويا ملي بخشش سندا ياڳا پلا معراج تي

يا ڳ اهڙو ڪنهن نبيءَ جو اڳ نہ ڪي اهڙو ٿيو
بي وڙن تي وڙ "نذير" مير جو ڪيڏو ٿيو
ٿي گهٽي مرسل مٿان رب جي رضا معراج تي.

نذير احمد "نذير" ڊيهو

**وسايون رحمتون مولاؤ محمد جي ڄمڻ سان ئي**
**پلا ٿيا ڀاڳ امت جاؤ عجيبن جي اچڻ سان ئي**

ملائڪؤ جن، بشر، حوران، خوشيءَ جا گيت پيا ڳائن
ٿيون حيران حوران وڌ، سڄڻ سامهون ڏسڻ سان ئي

زمين کان آسمان تائين، ڏيکاميون نور جون لاٽون
خدا جو نور ٿيو ظاهر، پرينءَ جي اک پٽڻ سان ئي

محمد مصطفىٰ جائي، سلامي ڏي پيو ڪَعبو
ويا ششدر ٿي ڪافر، ڪوٽ ڪسريٰ جي ڪِرڻ سان ئي

مڙهن ۾ جيئن گهريا ڪافر، ٿي پوڄا پاٽ لئہ ساجهر
ٿيا حيران سڀ ڪلما، بُتن واتان ٻڌڻ سان ئي

نبيءَ کي هنج ۾ کڻندي، حليمان جي کلي قسمت
اڳي کان کير وڌ ڏاڇن، ڏنو جنهن کي ڏهڻ سان ئي

اکيون ريءَ ڪجل ڪاريون، لبن لالي سنواريل سينڌ
سپين وصفن سڄڻ سهڻو، سينگاريل هو ڄمڻ سان ئي

قبر سڪرات محشر ۾، "نذير" سولي ڪندو مرسل
بڇي وجبو نظر هڪڙي، پرينءَ جي اُت پوڻ سان ئي

نذير احمد "نذير" ديهو

## خدا جي واسطي جلدي گهرايو يا رسول اللهؐ!

سڪايل ڪي نہ هت ايڏو سڪايو يا رسول الله!

سدائين هِجر ۾ هتڙي، هنجون ويهي مان هاريان ٿو،
اچي پينار ڪي پنهنجو، بنايو يا رسول الله!

نٿي ساعت سري منهنجي سوا تنهنجي مٺا مرسل
سگهو جلوو مون ڪي پنهنجو، پسايو يا رسول الله!

صبح سانجهي پُڪاريان ٿو، ڪري هت عرض آزيون مان،
زيارت مون ڪي پنهنجي اچ، ڪرايو يا رسول الله!

نہ ڪو ساٿي ثمر آهي، هٿين خالي سنياريان ٿو،
مديني جون گهٽون مون ڪي، گهمايو يا رسول الله!

جهلي جهولي گهري هر دم، دعائون ٿو "نذير ڏيهو"
سِگهو ئي گنبد خضرا، پسايو يا رسول الله

نذير احمد "نذير" ڏيهو

## آمنا جي گود ۾ صلي علیٰ پيدا ٿيو

ٿي خوشي گهر گهر محمد مصطفیٰ پيدا ٿيو.

ڏُور ٿيو سارو انڌيرو، چؤ طرف چانڊاڻ ٿي
نور جون لاٿان ٻريون، نورُ الهدیٰ پيدا ٿيو.

ڪوٽ ڪسریٰ جا ڪريا، ڪافور سارو ڪفر ٿيو
دين روشن ٿي پيو خير الوریٰ پيدا ٿيو.

خوب صورت خوب سيرت، جنهن جو ڪو ناهي مثال
مرتبي ۾ مان وارو، مھ لقا پيدا ٿيو.

جِن پريون، حوران ملائڪ هيج سان چوندا رهيا
محب مولا جو محمد، مصطفیٰ پيدا ٿيو.

غم نہ ڪوئي ”نذير“ غمخوار آ مرسل منو
بي سهارن جو سهارو رهنما پيدا ٿيو.

نذير احمد ”نذير“ ڏيهو

## اَغثني ومَدَدنِي يا سيّدا صلي عليٰ
اغثني يا شافعِ محشر محمد مصطفيٰ

مون ڪِني ڪوجهي ۽ ڪمتر جي سِگهو ٻُڌ تون پُڪار،
آ گناهن ۾ وئي گذري سڄي منهنجي ڄمار،
ڪر سگهو نَظرِ عنايت ۽ فضل نالي خدا.

هت چڱائي جَي تہ بدلي ٿي ملي نفرت وري،
بغض ڪيني ڪوڙ جي هت باهہ پئي آهي ٻري،
اڄ ڏکي هن دؤر ۾ مشڪل جيئڻ آهت صفا.

روضہ ۽ اطهر سندو ديدار ٿي مون کي نصيب،
بي ثمر خالي هٿين مان امتي تنهنجو غريب،
پاڻ وٽ جلدي گهرايو، آ ڏکيءَ دل جي صدا.

هي "نذير ڏيهو" تہ تنهنجي آ غلامن جو غلام،
اسم احمد پاڪ تنهنجو ٿو چُمان صبح شام،
سڀ دفع ٿين درد منهنجا ۽ اگهايو سڀ دعا.

نذير احمد "نذير" ڏيهو

## مرحبا محبوب منهنجو سونهن پريو سردار آ

آمنا بي بيءَ جي گهر ڄائو منٺو منٺار آ.

مصطفىٰ کان اڳ عرب ۾ هئي رسم ڏاڍي بُري،
ڌيءَ اگر ڪنهن کي ڄمي پئي، سا اڄن پوري وري،
بت ڪعبي جي اندر پيا وقت دلبر جي ڪِري،
ڌُور ٿي ويو ڪل انڌيرو، نور ٿيو نروار آ.

ڪفر ۾ هلچل مچي وئي، بت پيي ڍهندا رهيا،
ڪوٹ ڪسرىٰ جا سمورا ڪونگرا ڪرندا رهيا،
واڻڙا ٿي سڀ پوڄاري، هڪ ٻي کان پڇندا رهيا،
ات بُتن سيني جي آڏو هي ڪيو اظهار آ.

جن بشر حوران ملائڪ گيت سهرا پيا ڇون،
سڪ منجهان صلوات مرسل جي مٺان پڙهندا رهن،
عرش وارا فرش وارن کي مبارڪ پيا ڏين،
اڄ نبين جو پيشوا، ڄايو پرين پڳدار آ.

آسمان ۽ هن زمين تي چو طرف چانداڻ ٿي،
هن سڄي سنسار ۾ سرهي وري سرهاڻ ٿي،
جانور جيتن پکين کي ڄام جي پيي ڄاڻ ٿي،
مرحبا صد مرحبا ارض وسمان جهو نگار آ.

سِينڌ سُرما، مصطفىٰ کي اها تيل بي انتها،
لال لبڙا نيڻ نرگس زلف دلڪش ها جُدا،
سونهن سهڻي جي ڏسي حوران تيڻ لڳيون فدا،
هر طرح سهڻو سنواريل، هي عجب اسرار آ.

دادلو دلبر ڪٽي خوش ٿي حليما پيي ڪِلي،
سيني دائن ۾ خدا هن جي ڪئي قسمت پلي،
گود ۾ گوهر ڪٽِي سڀ ڪان وٺي اڳتي هلي،
راهه جنهن سان وئي حليمان راهه سا هيڪار آ.

ڪُل نبين آرزو امت تيڻ لئي ڪئي گهڻي،
آ نبوت ڪان بہ بهتر ڳالهہ تن ڪي سا وٺي،
راز اِن ڪي وڏ گهڻ خود پاڻ ڇاٽي تو ڏٽي،
شان شوڪت ۾ سڀن ڪان هي نبي نروار آ.

بي ڪسن ۽ بي سهارن کي سهارو ويو ملي،
درد مندن کي غمن کان ڇوٽڪارو ويو ملي،
بخت جا چمڪيا ستارا قرب وارو ويو ملي،
غم نہ ڪر ڪوي "نذير" ويو ملي غمخوار آ.

نذير احمد "نذير" ديهو

وسي رحمتون اڄ پيون هن خدا جون
ڪري هر ڪو ڳالهيون سچڻ جي وفا جون،
ويون پاڙون پٽجي فريب ودغا جون،
رهيون ڪين رسمان تہ ناحق سزا جون،
ختم دور ٿي ويو جهالت جو سارو،
**زمين تي ٿيو پيدا نبي نور وارو.**

ڪفر جو هيو چوڌ طرف ڪان انڌيرو،
هيو زور ان وقت ڌاڪو لُٽيرو،
جي پورن تہ جيئري پيا ڏيئر سويرو،
اچي ويو امالڪ انهن ۾ بہ ڦيرو،
ڄمي پٽ پيا گهر گهر ڄميو جيئن پيارو.

ٽڙيا گل ۽ غنچا وڌي وئي سرهائي،
ٿيو جهنگ سر سبز، سارو سدائي،
مٺي لات ڪوئل، بہ ٻولي ٻڌائي،
هئي جانور جيت جي وات وائي،
مليو پيي ولِهن ڪي، سچڻ جو سهارو.

ڪِريا ڪوٽ ڪسريٰ جا ڪُنگرا نيا را،
پڇي پت انهيءَ دم، پيا ڪعبي ۾ سارا،
چڙهي ڪافرن جي اکين ويا انڌارا،
ڏسڻ ۾ رڳو آيا نوري نظارا،
ويو روزُ گهَٽبو ڪُفر جو انڌارو.

امڙ آمنا جا ٿيا بخت ڀالا،
محمد چمڪ سان، ٿيس شان اعلیٰ،
حليمان جا ٿيا ڀاڳ ڪافي نرالا،
وريو جنهن جو وارو ٿي مالڻ مالا،
خوشيءَ سان ڪنيائين ڀلو ڀاڳ وارو.

مڪي ۾ ٿيا نوري تجلا نُمايا،
محمد کي سينگار مولا ڪرايا،
خوشيءَ جا اچي گيت حورن ٿي ڳايا،
ڏيڻ جِنَ ملائڪ مبارڪ هي آيا،
ٿيو فرش وارن جو وارو نيارو.

نہ گهٻراءِ ”نذير“ وفا دار آيو،
اڙين ۾ اهو جهن جو آڌار آيو،
گنهگار جي لاءِ شفادار آيو،
يتيمن غريبن سندو يار آيو،
ڪندو ڏينهن محشر سڀڻ ڇوٽڪارو.
زمين تي ٿيو پيدا نبي نور وارو.

نذير احمد ”نذير“ ڏيهو

## مهابي خدا جي گهرايو محمد

نہ پل مون کي هتڙي رهايو محمد.

پيو روز سوچيان، ڪڏهن ورندو وارو،
ڪڏهن روضو تنهنجو، مان ڏسندس پيارو،
چپن ساڻ چؤڪٺ چمايو محمد.

نہ ڪي ثمر ساٿي، هٿين آهيان خالي،
جهلي جهولي خالي، بڻيو هان سوالي،
سگهو پنهنجو درشن، ڪرايو محمد.

خطا بخش تئي شلَ، خطا دار آهيان،
نہ ڪم تيو چگو ڪو، گنهگار آهيان،
منڌايون هي منهنجون، مِٽايو محمد.

غمن گونڌرن ۾ ”نذير“ گذاريان،
ڪري ياد مرسل هنجون روز هاريان،
مِنو پاڪ روضو، پسايو محمد.

نذير احمد ”نذير“ ڊيهو

## شل ڏسان مدينو پاڪ، روئي ما سنڀاريان ٿو

هت سوا محمد جي، روز هنجون هاريان ٿو.

ڪو ثمر سُجهي ئي نٿو، ڪم اچي سفر ۾ جو،
روز پَهہ پچائيندي، غم انهيءَ ۾ گهاريان ٿو.

عشق مصطفىٰ جي ۾، نير ٿا وهن نيٽين،
باهہ برهہ واريءَ ۾، جِگر جَيرا ڳاريان ٿو.

التجا خدا ڪي آ، چانئٺ چمان محمد جي،
پاڳ شل وَري منهنجو، روز رب ڪي ساريان ٿو.

چئي ”نذير ڏيهو“ ٿو، شل مران مديني ۾،
لاش ٿي دفن اُتڙي، هٿ ڪٽي پڪاريان ٿو.

نذير احمد ”نذير“ ڏيهو

## شان ۾ اعليٰ اتم آ مصطفيٰ

نور جنن جو آهہ ڇڻ نورِ خدا.

آسمان تان نور جون لاٿان لٿيون،
جنهن گهڙي ڇايو امام الانبياء.

آ طٰهٰ ياسين، مزمل ۾ صفت،
هر اکر قرآن جي ۾ آ ثنا.

طور تان موسىٰ ڪريو بيهوش ٿي،
روبرو رب سان مليو نور الهدىٰ.

شان ۾ گستاخي جيڪو ٿو ڪري،
شخص ان بد بخت سان پڇندو خدا.

ياڳ وارا اُمري آهيون اسان،
شافعِ محشر مليو خير الورىٰ.

جو بہ دم جيئرو رهان مان "نذير"
نعت مرسل جي مان پڙهندس جا بجا.

نذير احمد "نذير" ڏيهو

## يا شافع محشر محمد مصطفیٰ

يا احمد مختيار مرسل مھ لقا.

قرآن ۾ تنھنجو بَيان ٿيو شان آ،
ياسين، مزمل ۽ طٰهٰ ذيشانُ آ،
تنھنجو ثنا خوان رب سچو رحمان آ،
تون سرورِ ڪونينُ امام الانبياء.

توکي سراج السالڪين پيو چَوان،
۽ راحتِ العاشقين پيو چوان،
۽ مُراد العاشقين پيو چوان،
توکي خدا ڪيو آب ڪوثر آ عطا.

الله جا دلبر دُلارا دادُلا،
تنھنجي اچڻ سان ڀاڳ ٿيا پنھنجا ڀلا،
اي بي سھارن جا سَھارا ڀرجھلا،
تون ئي مريضِ عشق جي دارون دوا.

ڪوجھا ڪِنا ۽ ڪَم ظرف آھيون اسان،
پوءِ ڀي اميدون ڪين ٿا لاھيون اسان،
نالو مِٺو تنھنجو چُمي چاھيون اسان،
ڪَر ڀاجَھہ ۽ نظرِ عنايت با وَفا.

تون ئي گنهگارن سندو غمخوار آن،
تون ئي يتيمن بي وڙن جو يار آن،
تون ئي ابو جهن ۽ اڙين آڌار آن،
تون ئي اسان جو آهين رهبر رَهنُما.

ڪَن ٿا جهڪي پيي فرشتہ اُن ڪي سلام،
جيڪي لِکن تنهنجي ثنا ۽ پاڪُ نامُ،
آهي ”نذير“ تنهنجي غلامن جو غلام،
تون نورٌ مِنَ نُّورِ اللّٰهِ ۽ نُورُ الهُدىٰ.

نذير احمد ”نذير“ ڏيهو

**منٺڙي محمد جي شان ۾**

**شاهه لطيف ڀٽائيءَ جا چونڊ شعر**

**جوڙي جوڙ جهانن جي، جڏهن جوڙيائين،**
خاوند خاص خلقي محمد مُڪائين،
ڪلمو تنهن ڪريم تي، چتو چَايائين،
’انا مولاڪ انت محبوبي‘ ايئن اتائين،
ڏکي ڏنائين، ٻئي سرائون سيد چئي.

**جڪرو جَس ڪرو، ٻيا سڀ آنيرا،**
جيهان جُڙيو جڪرو، تهان نہ جڙيا ٻيا،
مِٽي هن ماڳا، اصل هئي ايتري.

**اَحد احمد پاڻ ۾، وچان ميم فرق،**
آهي مستغرق، عالم انهِيءَ ڳالهه ۾.

**ماڻڪَ مٽ سَندوم، اونداهيءَ ۾ سوجهرو،**
حشر ويل حساب ۾، ڇڏي نا ويندوم،
ساريو سڏ ڪندوم، ڪوهيارو ڪيچ ڌڻي.

**ثمر جنين نہ ساڻ، هوت حماتي تن جو،**
ڪري ڇيج ڇپر ۾، پنهون ايندو پاڻ،
ٽيندي روح رهاڻ، لحظي منجهه لطيف چئي.

**مديني جا ڄام، سُڻ منهنجا سڏڙا،**
آهيان تنهنجي سام، سگهو رسج سير ۾.

مديني جا گهوٽ، سُڻ منهنجا سڏڙا،
ڪج محمد ﷺ موٽ، عاصي تنهنجي آسري.

مديني جا شاهه، سُڻ منهنجا سڏڙا،
ڪارڻ لڳ الله، سِگهو رسجَ سُپرين.

**جَڏهن رب جليل، جوڙيو ٿي جهان،**
’ولسوف يعطيڪ رَبڪ فترضيٰ‘، مرسل مليو مان،
ضعيفن ضمان، تيلانهين آهي تڏهين.

**وڏا وڻ وڻڪار جا، جت نانگ سُجهن نيلا،**
اُتي عبداللطيف چئي، ڪيا هيڪلين حيلا،
جت ڪڙم نہ قبيلا، اُت رسج رهبر راهه ۾.

**بروهو پنيور اچي آرياڻي اُجاريو،**
لاٿو سَڀَ لوڳ تان، هاڙهي ڏٺيءَ هورُ،
چورِيُون چُرَڻُ سِڪيُون، پُنهون ڪَياڻُون پورُ،
آيو سو اَتورُ، جنهن ڏُکيُون ڏِکَ وِهارِيُون.

**نڪي آئون ڪاتار، نڪي ڪَتڻ ڄاڻان،**
اجهي جنهن جي آهيان، سو سيڻيءَ جو سردار،
جيئم سو سردار، جو ڪوٺي ڏيندم ڪپڙا.

## صورت تنهنجيءَ سڀ جڳ موهيو

آکِيُون مِيگهہ ملار، صورت تنهنجي سَڀُ جَڳُ موهيو.
سَجدو فِيلَ في الحال ڪيو، پَسي مَطلبُ نور نِراڙِ،
صُورت تنهنجي سڀُ جَڳُ موهيو.
ڄاپَڻ وقت ڄامَ جي، ڪِريا ڪُنگرا ڪوٽَ ڪُفار،
صُورت تنهنجي سڀُ جَڳُ موهيو.

آڳي سَڀُ اُپَنِ جو، تو ڪي ڪَاريو سَيرُ سَتار،
صُورت تنهنجي سڀُ جَڳُ موهيو.

وَلَسَوَفَ يُعَطِيَڪَ رَبُڪَ، توسِين قَادِر ڪَيا قَرار،
صُورت تنهنجي سڀُ جَڳُ موهيو.

قَادِر پَاڻَ قَسم ڪيا، خاڪِ قَدمنِ جا ڪَلتار،
صُورت تنهنجي سڀُ جَڳُ موهيو.

آهِن ڪَرَمَ ڪَريمَ جا، اَحمّدَ ساڻَ اَپَار،
صُورت تنهنجي سڀُ جَڳُ موهيو.

اُڪَنديا جي اَبر ڪي، سرها ٿيا سي سنگهار،
صُورت تنهنجي سڀُ جَڳُ موهيو.

موڪل ٿِيئي مِينهن ڪي، دوس هَٿان دلدار،
صُورت تنهنجي سڀُ جَڳُ موهيو.

# شفيع شافع سُپرين

ڏَکُ ڏَکِيندو، مُون نہ ڇڏِيندو، شَفيع شافعُ سُپرين.
اَنڌااُوندااُکِڙيا، سڀ نباهي نيندو،
شَفيع شافعُ سُپرين.

واتا وِيچارن جي، داوَرُ پاڻ ڏَريندو،
شَفيع شافعُ سُپرين.

ڏوهارِن کي ڏاکِڙا، لَڳَ سَڀُ لنگهائيندو،
شَفيع شافعُ سُپرين.

نُور ناکارو نہ کري، مُحمّدُ مِنت مَڃيندو،
شَفيع شافعُ سُپرين.

هِتِ هُتِ حامي هِن جو، اَڳِئا آڏر ڏِندو،
شَفيع شافعُ سُپرين.

طهوراَتِڙين کي، پاندپَ پِياريندو،
شَفيع شافعُ سُپرين.

پاڻُ سُجاڻي، پاڻهين، ڪاملُ ڪَرم ڪَريندو،
شَفيع شافعُ سُپرين.

تَنبُو آڻي تار ۾، عاصين وتِ اَڏيندو،
شَفيع شافعُ سُپرين.

داتا دوزخين تان، لکيو لهرائيندو،
شَفيع شافعُ سُپرين.

رَسَڻ وَير رَسي ڪَري، مُشِڪُ رَنگُ مَتيندو،
شَفيع شافعُ سُپرين.

”رَحمَۃٌ لِلعَالَمِيَن“ اُهِکي اَڳَہِ تيندو،

شَفيع شافعُ سُپرين.

اُتي ”عبداللطيف“ جو، هَادِي هَٿُ جَهليندو،
شَفيع شافعُ سُپرين.

## آهين تونهين تون

وَٿان وَڄُ مَ موُنُ، مُنهِنجو تونهين تُو، ڪو نہ سٽي ڪو ٻِيو،
تُون تڏهانڪر مَجَهِين، جڏَهن ”ڪُن فَيَڪُون“ ،
وَٿان وَڄُ مَ مَون.
اُهِڪِي رَسِجُ اَحمدا، اڳيان سوڙهي پوُن،
وَٿان وَڄُ مَ مَون.
رَسِجُ محمد ﷺ ڪارڻي، جتي هُونگ نہ هُون،
وَٿان وَڄُ مَ مَون.
آڳِهِ هِنَ اُمّتَ جَو، آهين تونهين تون،
وَٿان وَڄُ مَ مَون.
ڏِڄُ ڪَا لَپَ ”لطيف“ ڪي، طهُورا مَنجهان تُون،
وَٿان وَڄُ مَ مَون.



## روئين ڇو ڪر اڄ ڇو تو ڪنهن جو انتظار تي

وڏي ڏينهن قاتل ڪپڙا، ڦتي ويو ڪرار تي

عيد نماز تي نندڙن وڏڙن ويس ڪيا هن ڪيڏا
لتو لڱن تي ڪونهي هن ڪي ڪلندا ويا هڪ جيڏا
ڏڪارو تو ڏسجين ڪهڙن غمن جو غبار تي...

ڇورن ٻارن وانگر وينو اتي اڪيلو آهين
حال پريشان پير اگهاڙا يار يتيم تہ ناهين
شايد ياد آيو پنهنجي اباڻن جو پيار تي...

نينگر نظر متي ڪٽي راڙ ڪري ڇيو روئي
ڪنهن نہ پڇيو احوال آ رهندو ڪلندو ويو هر ڪوئي
ننڍڙڪو مسافر آهيان نہ مون مددگار تي

حال پڇين تو هر هر مون ڪان آهين ڪير الاءِ
هڪ نالائق نينگر جا تو ڳوڙها اگهي تو ڳل لائين
مڙئي بد نصيبي منهنجي مونهنجو ڪهڙو بار تي

ڀهڳڻ ڇيس تہ حاضر ٻچڙا پنهنجو ناءُ ٻڌايائين
منهنجو ناءُ محمد آپٽ تڏهن تو ياڪر پايائين
هلي عيد ڪر تون هاٽي نہ رو بس هوشيار تي

اسم ٻڌڻ سان اندر ٺري پيس ديدن سان مليون ديدون
ماٺهن هڪڙي عيد ڪئي هن عيدن ۾ ڪيون عيدون
پنهنجي وارثن ڪان وڇڙيل ويو ترت تيار تي...

ڪائي طعام ڪلي پڳ پائي پهري پاڪ قميصون
راز ڏسي حسينن جو هن تي ڪائن پيا هزارين ريسون
وڏا ويس بهشتي پائي ويو بس بهار تي...

ساجهر سيڻن جا پٽ هن تي ڪن پيا ٽونڪ ٽنوليون
ساڳا ٻار سدوري پٽ ڪي ڏين پيا مبارڪ ڳوليون
چيائون قسمت تي هيءَ مليو قربدار تي...

پيار پرائي فرزند تي وڏ والد ڪان فرمائي
روئندن ڪي نہ ڪلائي جيتر تيتر طعام نہ ڪائي
”مهيسر“ منو محمد يتيمن جو يار تي.

## محبت مونکي منڙي نبيءَ جَي، قرب ڀَري ڪردارَن سان آ

چاهت مونکي پنهنجي رسُولَ تَي، نازل ٿيل احڪامَن سان آ

پاڪ ڪتاب جا حڪم اڪين تي، آهن اُڪريل هر هڪ دل تي،
سهڻي جي ساراهہ ۽ مدحت، سيني ٿيهن پارن سان آ

نور نبيءَ جو نورُ گهَراڻو، آهي دنيا لاءِ علمَ خزانو
امڙيون ٿيون سڀ لائقُ عظمت، عشق بتول جي ٻارَن سان آ،

گهوري مال ديوانن وانگر، جان بہ گهوري دين جي خاطر،
ڪونہ آ ٿيٽي ههڙي محبت، مدنيءَ جِي جا يارن سان آ

آهي آس دلين ۾ جَن جي، منڙي مديني پار وڃڻ جي،
جَهوريو جيءُ جَنين جو چاهتَ، نسبت ٿَن بيمارن سان آ،

ڪلمو پاڪ پڙهيو جنهن دل سان، معافي ملندي سَيني بَديُن ڪان،
منڙي محمد جي ڏِسُ الفت، مون جهڙن بدڪارن سان آ

جام پيئاري ڪوثر ويندو، پل صراط ٽَپائِڙ ايندو
ملندي هر مؤمن کي جنت، اهَلاً جي ڪيڪارن سان آ

محبت ۾ جو مديني رَسِيو، رياضُ الجنتَ کي جنهن پَسيو،
ذِمي پاڻَ سڳورَي شفاعت، ڪنئي خاص ديوانَن سان آ،

نصر الله قريشي

## مديني جي آس

اٿم آس دل ۾ مديني جا سائين
ڇمان پاڪ پيرو جڏهن پيي گهرائِين

اَبي ۽ امڙ سان پَسَان پاڪ روضو
ڪيو آهي ڪلمي تي هر هڪ هِي سودو
اکين سان ٻه جَيڪر نظارا ڪرائِين

خطائون ٿو بخشي خدا تنهنجي در تان
پري جهول سيئي ويا تنهنجي در تان
ڏِنلَ رب جا مُرسل خزانَا ورهائِين

ملائڪ لڳو لڳ ڪَرِن تُنهنجي مِدحت
ٻڌو آ مدينو سراپا آ رحمت
تَباهيءَ کان پنهنجا دِيوانَا بچائِين

ڪيئي روز مسجد سَڳورِي گهُمن ٿا
ڪري ديدَ دل سان ڪَي چائنٿ چمن ٿا
ڪَڍِي غِيرُ، سڀَ جَا ٿو سِينا اُجَارِين

نصر الله قريشي

## رحمت للعالمين يا مصطفىٰ توتي سلام

يا شفيع المذنبين نور الهدىٰ توتي سلام

تنهنجي رحمت تنهنجي شفقت ۽ عنايت تي کپي
بي سهارن بي وڙن جا پِر جهلا توتي سلام

تنهنجي آمد سان کُليا سڀُ در شفا جا يا رسول
تون مريضِ عشق جَي دل جي دَوا توتي سلام

آڏني ڪعبي سلام تنهنجي آمد جي مَهَل
نور حق اي مَهہ لقا نورِ خدا توتي سلام

راهہ حق جي تو وتائي ۽ ڏنو درسِ وفا
تون اسان جو آهين رهبر رهنما توتي سلام

تي قبر سڪرات سولي، هانءُ گناهن ۾ غرق
ڪر نظر ڪا شافعِ روزِ جزا توتي سلام

روضہء اطهر پسڻ لئہ، تو رَڙي روئي ”نذير“
ڪو وَرَي وارو خدا جا دادلا توتي سلام

نذير احمد ”نذير“ ڏيهو

## سڀ پڙهو گڏجي مديني جي نظارن تي سلامؔ

مهڪندڙ ۽ ٽهڪندڙ نوري بهارن تي سلامؔ

گنبدِ خضرا جي مينارن تي لک نوري درودؔ

۽ مديني جي پهاڙن جي قطارن تي سلامؔ

صبح جو ستر هزار ۽ شام جو ستر هزارؔ

با ادب حاضر فرشتن جي نظارن تي سلامؔ

حشر جي ميدان ۾ قيدي سيئي آزاد ٿياؔ

مصطفیٰ ﷺ جي پاڪ پورن جي اشارن تي سلامؔ

جنهن جي دل ۾ آ مدينو سو رهي ٿو بيقرارؔ

دوستو پيا موڪليو سڀ بيقرارن تي سلامؔ

باغ اهلِ بيت جي هر هڪ گلاب جي گل تيؔ

ڪربلا وارن سمورن ئي پيارن تي سلامؔ

سڀ پڙهو گڏجي مديني جي نظارن تي سلامؔ

مهڪندڙ ۽ ٽهڪندڙ نوري بهارن تي سلامؔ

سڀ پڙهو گڏجي مديني جي نظارن تي سلامؔ

مهڪندڙ ۽ ٽهڪندڙ نوري بهارن تي سلامؔ

# بارگاهہ نبوي ۾ هديہ درود و سلام

يانبي سلام عليڪ، يارسول سلام عليڪ،
ياحبيب سلام عليڪ، صلوٰة الله عليڪ،

صاحب اڪرام تون آن، حاملِ الهام تون آن،
دافع آلام تون آن، باعثَ آرام تون آن،
يانبي سلام عليڪ....

راحتِ قلبِ حَزين تون، زينتِ عَرشِ بَرين تون،
مالڪِ دنيا و دِين تون، رحمةً للعالمين تون،
يانبي سلام عليڪ....

رحمتِ هردو جهان تون، زِينتِ ڪون و مَڪان تون،
پيشواءِ اِنس و جَانّ تون، قاسِمِ خُلد و جنان تون،
يانبي سلام عليڪ....
دَردَ وارن جي دَوا تون، گمراهن جو رهنما تون،
مظهَرِ ذَاتِ خُدا تون، شافعِ روزِ جَزا تون،
يانبي سلام عليڪ....

اي خدا جا منڙا ۽ پيارا رسول، واسطي حيدر ۽ حسنين و بتول،
ڪر صلوٰتون ۽ سلامُ سڀُ قبول.

نصر الله قريشي

اغـثـني يا سيـدا رس يانبي خير البشر
غور كر غمگين جو اي نور نافع نامور

# مداح اغثني

صاحب ڏنو فقير

براءِ ايصال ثواب: مولوي اصغر علي قريشي

# تعارف ملا صاحب ڏنو

ملا صاحب ڏنو جو تخلص "صاحب" ۽ "مداحي" آهي پاڻ زنده دل ماڻهن جي سهڻي ۽ ماضيءَ جي علمي شهر شڪارپور جو رهاڪو هو، ملا صاحب ڏنو تيرهينءَ صديءَ ۾ پنهنجي وقت جو بينظير شاعر هو. ملا صاحب ڏنو نہ رڳو فارسي زبان جو وڏو ڄاڻو هو پر عربي جو پڻ وڏو عالم هو، الحاج فقير الله صاحب علوي رحمة الله عليه عليہ جو وڏو معتقد هو. سندس مشغلو درس و تدريس هوندو هو. وقت جي حاڪمن وٽ بہ ڪيس گهڻي عزت حاصل هوندي هئي. سندن تصنيفات مان هڪ "ديوان" هو جيڪس زماني ۽ حالات جي هيٺ مٽائي ڪري بچي ڪو نہ سگهيو. سندس ڪجهہ شعر شڪارپور جي قديم ڪتابن مان هينئر بہ ملن ٿا. ملا صاحب ڏنو فقير سنڌي زبان جو بہ وڏو بهترين شاعر ٿي گذريو آهي. مگر افسوس جو اڄ هڪ سنڌي مداح ڪان سواءِ پيو ڪو بہ يادگار نٿو ڏسجي.

**عشق رسول ۽ مداح اغثني:** سرورِ ڪائنات صلي الله عليه وسلم جي دربار اقدس ۾ سيني شاعرن مختلف ٻولين ۾ پنهنجي علمي طاقت مطابق نعتون، مداحون، مولود ۽ قصيدا پيش ڪيا. انهن شاعرن ۽ مداحن جي صف ۾ فقير صاحب ڏنو بہ آهي، جنهن سنڌي زبان ۾ سرورِ ڪائنات صلي الله عليه وسلم جن جي مدح ۾ مداح اغثني چيائين ۽ ان اغثنيءَ بابُ الاسلام "سنڌ" ۾ غير معمولي مقبوليت ماڻي.

پاڻ محبت رسول سان سرشار ۽ گذريل علماءِ حق جي نقش قدم تي هلندي نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي وسيلي سان دعا گهرڻ جو قائل هو. ۽ ان عشق نبي ۽ مشڪلاتن جي حل لاءِ هڪ سہ حرفي "مداح اغثني" جوڙي هئائين جيڪا سندس رب پاڪ جي درگاهہ ۾ انبياءِ ڪرام ڪي وسيلو وٺڻ تي دليل آهي ۽ اها مداح عام طور تي سموري سنڌ ۽ خاص طور تي شڪارپور جي عوام ۾ تمام گهڻي مشهور ٿي ايتري قدر جو فجر جي نماز ڪان اڳ ان مداح ڪي وظيفي ۽ دعا لاءِ پڙهندا هئا ۽ سندن مشڪلاتون رب پاڪ پنهنجي محبوب جي وسيلي سان آسان ڪندو هو. اڄ بہ شڪارپور جي قديم گهراڻن ۽ علمي حلقن ۾ سندس مداح اغثني مشهور آهي.

**سندس وفات:** ملا صاحب ڏنو پوئين وقت جي قاضين جي مسجد جو پيش امام رهيو. سندس وفات سن 1250هہ مطابق 1834ع ۾ ٿي. (تذڪره لطفي، ج2، مقالات قاسمي، ص581)

(اَعُوذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيْمِ - بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ )

سُبْحَانَ اللّٰهِ سُبْحَانَ اللّٰهِ سُبْحَانَ اللّٰهِ وَالْحَمْدُلِلّٰهِ وَلَآاِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَ اللّٰهُ اَكْبَرُ اللّٰهُ اَكْبَرُ وَلِلّٰهِ الْحَمْدُ سُبْحَانَ اللّٰهِ سُبْحَانَ اللّٰهِ سُبْحَانَ اللّٰهِ وَبِحَمْدِهٖ سُبْحَانَ اللّٰهِ الْعَظِيْمِ .

صلی الله علیک یا رسول الله ﷺ، وسلم علیک یا حبیب الله ﷺ

## هڪ مقبول دعا.....

خُذْ بِلُطْفِكَ يَآ اِلٰهِيْ مَنْ لَّهٗ زَادٌ قَلِيْلٌ

يا الاهي لُطف ڪر تُون عَمل تيا مون وٽ قِليل

مُفْلِسٌ بِالصِّدْقِ يَاْتِيْ عِنْدَ بَابِكَ جَلِيْلٌ

دَر تنهنجي تي دَست خالي پيش آيس يا جَلِيَلُ

ذَنْبُهٗ ذَنْبٌ عَظِيْمٌ فَاغْفِرِ الذَّنْبَ الْعَظِيْمَ

تيون وڏيون منهنجون خطائون بخش سڀ ڪر جلد تون

اِنَّهٗ شَخْصٌ غَرِيْبٌ مُّذْنِبٌ عَبْدٌ ذَلِيْلٌ

آهيان مِسڪين خاطي ۽انهون عاجز يا جَلِيَلُ

مِنْهُ عِصْيَانٌ وَّنِسْيَانٌ وَّسَهْوٌ بَعْدَ سَهْوٍ

مُنهنجي طرفان ڏوهه ۽ غلطيون سدائين تيون تين

مِنْكَ اِحْسَانٌ وَّفَضْلٌ بَعْدَ اِعْطَاءِ الْجَزِيْلِ

تنهنجي طرفان فضل ۽ احسان بيحد يا جَلِيَلُ

قُلْ لِّنَارِ اَبْرِدِيْ يَا رَبِّيْ فِيْ حَقِّيْ كَمَا

حُڪم تنهنجي سان تڏي تي باهه ابراهيم تان

قُلْتَ قُلْنَا نَارُكُوْنِيْ اَنْتَ فِيْ حَقِّ الْخَلِيْلِ

منهنجي حق ۾ باهه دوزخ پڻ تڏي ڪر يا جَلِيَلُ

كَيْفَ حَالِيْ يَآ اِلٰهِيْ لَيْسَ لِيْ خَيْرُ الْعَمَلِ

حال منهنجو ڪهڙو آهي نيڪيون ناهن گهٽيون

سُوْءُ اَعْمَالِيْ كَثِيْرٌ زَادُ طَاعَاتِيْ قَلِيْلٌ

تيا بُرا اعمال بيحد بخش کر تون يَا جَلِيْلُ

اَنْتَ شَافِيْ اَنْتَ كَافِيْ فِيْ مُهِمَّاتِ الْاُمُوْرِ

تون ئي شَافِيْ تون ئي كَافِيْ سڀ ڪمن ۾ آهين تون

اَنْتَ رَبِّيْ اَنْتَ حَسْبِيْ اَنْتَ لِيْ نِعْمَ الْوَكِيْلُ

تون ئي رَبِّيْ تون ئي حَسْبِيْ تون ئي آهين يَا جَلِيْلُ

عَافِنِيْ مِنْ كُلِّ دَاءٍ وَاقْضِ عَنِّيْ حَاجَتِيْ

مَرض کان مُعافي ملي ۽ حاجتون پُوريون ٿين

اِنَّ لِيْ قَلْبًا سَقِيْمًا اَنْتَ مَنْ يَّشْفِي الْعَلِيْلُ

دل منهنجي بيمار آهي تون شفا ڏي يَا جَلِيْلُ

هَبْ لَنَا مُلْكًا كَبِيْرًا نَجِّنَا مِمَّا نَخَافُ

بهشت تئي مون کي عطا ۽ خوف منهنجا دُور ڪر

رَبَّنَا اِذْ اَنْتَ قَاضِيْ وَالْمُنَادِيْ جِبْرَئِيْلُ

ڏينهن قيامت ۾ ڪرم جي گهُرج آهي يَا جَلِيْلُ

رَبِّ هَبْ لِيْ كَنْزَ فَضْلٍ اَنْتَ وَهَّابٌ كَرِيْمٌ

ڪر عطا مون کي خزانا گنج پنهنجي مان گهڻا

اَعْطِنِيْ مَافِيْ ضَمِيْرِيْ دُلَّنِيْ خَيْرَ الدَّلِيْلُ

دل منهنجي جا نيک مقصد پورا ڪر تون يَا جَلِيْلُ

طَالَ يَا رَبِّيْ ذُنُوْبِيْ مِثْلُ رَمْلٍ لَّا تُعَدُّ

واريءَ جي زرڙن مِثل منهنجا گناهه آهن گهڻا

فَاعْفُ عَنِّيْ كُلَّ ذَنْبٍ وَّاصْفَحِ الصَّفْحِ الْجَمِيْلُ

معاف ڪر سارا گناهه ۽ درگذر ڪر يَا جَلِيْلُ

اَيْنَ مُوْسىٰ اَيْنَ عِيْسىٰ اَيْنَ يَحْيِيٰ اَيْنَ نُوْحُ

مُوسىٰ ۽ عيسىٰ ۽ يحييٰ نُوح نَبِيَ سَيَّ ويَا كيڏانهن

اَنْتَ يَاصِدِّيْقُ عَاصٍ تُبْ اِلىٰ المَوْلَى الْجَلِيْلُ

در تنهنجي تائب ٿيو صديق عاصِي يَا جَلِيَلُ

غریبم یارسول اللہ غریبم، ندارم در جہان جز تو حبیبم،
مرض دارم ز عصیان لا دواعی، مگر الطافِ تو باشد طبیبم،
برایں نازم کہ ہستم امتی تو، گنہگارم و لیکن خوشنصیبم،

● ● ● ●

خوار ہیں بدکار ہیں ڈوبے ہوئے ذلت میں ہیں،
کچھ بھی ہیں لیکن تیرے محبوب کی امت میں ہیں،

● ● ● ●

خدا یا بحقِ بنی فاطمہ، بِبر قول ایمان کُنی خاتمہ،
اگر دعوتم رد کنی ور قبول، من و دست دامانِ آلِ رسول،

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَاٰلِهٖ وَاَصْحٰبِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ وَصَلِّ عَلَيْهِ

الف اَوّل اي سچا! لهہ سار سگهو تون سيّدا!
مجتبيٰ مختيار مرسل! ماڙ کر يا محمّد!
تو ٻِنا ناهي تڳڻ عاجز اَبو جهن اَحمدا!
نور نرمل ڪر نظر مان تي نبي نور الهُديٰ!
اَغثِنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

بي ٻلا! تون پروسو اَرحم اَڙين آڌار جِي!
تون نبيّن جو نبي آهين سچا سردار جِي!
رهبرا! روشن ڪيو آگي سپو اسرار جِي!
لڳ ڏسڻ ڏاتار! تنهنجي، تو سکي سنسار جِي!
اَغثِنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

تي تمامي ماهيت معلوم تو سرور! سچي،
ڏوهہ ڏوهاريءَ ڏسي لائق! آهيان تو در لچي،
ڏِي ڏِسي تُنهنجي تَڏي آيس ٻلا! تو در پچي،
دست وٺ دلگِير جو، ڪڏ تار مان پرور! پُڇي،
اَغثِنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

ثي اثم ثابت اوهان جي، سڪ اندر ۾ سرورا!
تو سکان ساريان سدائين، دوست تو کي دلبرا!
ڪڏهن پسندس ڪارڻي، تو کي پرين پيغمبرا!
مُهت ٿي مون سان مِلڻ جو هادي هَردوسرا!
اَغثَنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

جيم جانب! تون ڇڏائين، هن ندوري نفس کؤن،
ڏي پناهہ ڏنهہ شرّ شيطان ٻي بدوءَ بد جنس کؤن،
تو گهران حامي! حمايت، هن تڙين جي ترس کؤن،
اڪملا آزادگي ڏي هن دنيا جي حرص ڪئون
اَغثَنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

حي حِرز تنهنجيءَ ۾ پچان توري بچڻ او ڪو اسان،
ڪين ڪيڙم ڪم اچي جو اهنج ۾ آڏو اسان،
ڪرم تنهنجي ڪارڻي تو رهبرا! رهہ ۾ اسان،
تون ولهن واهر وڏو جيءَ آسرو آهين اسان،
اَغثِنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

خي خطائون جي هتائون مون ٿيون معافي ڪريج،
عيب عاصيءَ جا ڏنگايون ڏوهہ ڏوهاري ڍڪيج،
پاڪ پارس! پانهنجي فضلئون وڙئون راحم! رسيج،
ترت سو تِڪ تار ۾ ويرن وسيلا! هٿ وٺيج،
اَغثِنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

دال تو سان تنهن ڏٺيءَ آگي ڪيو احسان جي!
جو اَتو اَفَدِيَنُ مُلڪِي دادگر ديّان جي!
تو سندي تعريف ڪئي ساراهہ سچي سبحان جي!
ڇا صفت تنهنجي ڪندو عاجز عقل انسان جي!
اَغثِنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

ذال تنهنجو ذڪر ذاتي آهه راحت روح ڪي،
سيّدا! صلواة تنهنجي تي آلم اندوهه ڪي،
درد دوري ڪر دفع، ڪڍ رنج دل جي روهه ڪي،
سون ٿيان سڦرو سدا، پارس لڳي جيئن لوهه ڪي،
اَغِثنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

ري رسي رهبر رسولا! هي ڇڏايو ڏنّه ڇين،
ڪر مدد مسڪين جي اي سيّدا! سونهان سين،
سوڙهه سختي سور ۾ همراهه ٿي واهر ولهن،
ڪر رفاقت رهنما! تان توهه تنهنجي سان تڳن،
اَغِثنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

زي سٽي زاريون ضعيفن جون اچي امداد ڪر،
ترت رس ڪاهي قريشي! دانهن ٻڌي ڪو داد ڪر،
علم ۽ عرفان، عقل جو اَز خدا اِرشاد ڪر،
دل سندا دشمن درنگا مدعي سڀ ماد ڪر،
اَغِثنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

سين جيڪي سام تنهنجي سي لنگهي سڀ پار ٿيا،
سي ڇتا ڏنه ڇيڙ، پُل جي لام تو لائق! لڳا،
سُنگ سڀ سرڪار جا معافي ٿيا تن جي مٽان،
جن سندو تون ڪارڻي سي اَحمدا انعام ٿيا،
اَغِثنِي يا سيّدا، رس يا نبي نور البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

شين جيڪي شوق تنهنجي جا اُچيا نافع نبي!
لهه سگهو تون سيّدا! تن ڪا سڪاين سارَ ٻِي،
آهي عالم آسرو تنهنجو محمّد عارَبِي،
ناهي ڪو ثاني سندو منجهه شان ۽ شوڪت شَبِي،
اَغِثنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

صاد اي صاحب سچا! توسان فضل الله جو،
ڏيهه سڀ ڏاني سندو شافي! تو شاهنشاهه جو،
لڳ شفاعت عاصين جي اِذن ٿيو الله جو،
يا رسول الله! رسي ڪر داد منهنجي دانهن جو،
اَغِثنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

ضاد ضد ضايع ڪريو حاسد ٻڏا سڀ پار ۾،
جي لڙن لُنڊ لعنتي تن ڪي وجهو تڪ تار ۾،
حضرتا! حامي ٿيو، حاضر سندم هرڪار ۾،
ڪر سفارش سيّدا! سائين سندي سرڪار ۾،
اَغِثنِي يا سيّدا، رس يا نبي نورالبشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

طوئي آهه مان ڪي طمع، هردم سچي سردار ڏي،
ٿو لڇان لؤنءَ لؤنءَ اندر، بانوَ پرين! تو پار ڏي،
عرب ڏي اڪڙيون اٿم، مرسل مٺي مننار ڏي،
مصطفيٰ معذور ڪي احمدَ، اچي آڌار ڏي،
اَغِثنِي يا سيّدا، رس يا نبي نور البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

ظوئي ٿيا ظاهر زتو عرش ۽ زمين افلاڪ جِي!
جي نہ تون پيدا ٿئين، عالم نہ ٿيو اخلاق جِي!
جا خبر خاوند ڏني ڏنه لفظ جي ’لولاڪ‘ جِي!
پاڪ پيغمبر ٿيا ڏنه ذات تنهنجي پاڪ جِي!
اَغِثني يا سيّدا، رس يا نبي نور البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

عين تنهنجي عشق مان ڪي مست تر مخمور ڪيو،
جي ءُ چنو جهوري ءَ اوهان جي، برهہ ۾ پرپور ڪيو،
دلبرا! درسن پَسائي درد دل جو دور ڪيو،
سوز سڪ تنهنجي طبيبا! وِرهہ ۾ وهلور ڪيو،
اَغِثني يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

غين غفلت غير ڪؤن هي ءَ دل ڇڏائي دور ڪر،
قلب هي ڪارو ڪيو پارس! اچي پُر نور ڪر،
هي ءِ حقيقت حال جي مون من سندي معمور ڪر،
عجز آزي عاجزن جي مصطفيٰ منظور ڪر،
اَغِثني يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

في فڪر دنيا سندي ۾ وقت طاعت جو ويوم،
ڪين ڪيڙم ڪالهينَ، آرس ڪؤن ڏسو، اڄ پِي لنگهيوم،
نفس ۽ شيطانَ اڳتي جو اچان ڏس هي ڏسيوم،
هاشمي! هر وقت موڙهن جا سچا سونهان ٿيوم،
اَغِثني يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

قاف قلبي لا ينامُ سُرت هيءَ تو کي سَچان!
سَير "سُبحانَ الذِي السريٰ" لنگهيو تان لامڪان،
پيءُ نہ پُٽ، مائٽ جتي، احمد! اُتي تنهنجي امان،
تون ڏٽي درگاهہ ۾، مون لئي محمّد مهربان،
اَغْثِنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

ڪاف هن ڪوڙي دنيا کؤن رک شرم باشاهہ! تون،
بخت دولت دين جو وارو ورائين واهہ تون،
شغل ذاتي ذڪر جو ڏي منجهہ اندر ارواح تون،
لعل! لؤنءَ لؤنءَ ۾ لطيفا! ڪر منوّر ماهہ تون،
اَغْثِنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

لام لائق! تو پٺيءَ سڀ جڳ پينام پيو،
تو آئي عالم امن ٿيو ڏرت ڏولائو ويو،
سڀ سُڪا ساوا ٿيا جڏهن پَرتوو پر جو پيو،
تو برابر مرتبو ناهي ڪَهين ڀَهڳڻ ٻيو،
اَغْثِنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

ميم "مازاغَ اَلبَصَر" جي راز خلعت رحمتي،
ساڻ تو سُونهين صفا، ڪامل سروپا قدرتي،
تون سِپن سرتاج ٻيا محتاج تو در محنتي،
تون جنهين ڍارو ڍرين عاصي ڇٽا سڀ اُمتي،
اَغْثِنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

نون مان ناقص نماڻي جو سجايو سوال ڪر!
عيب عاصيءَ جا نہ ڏس، پنهنجي ڀلائي ڀال ڪر!
دل مرادان يا نبي! فائق، سيئي في الحال ڪر،
بخش جو بهرو ڏئي نام خدا خوشحال ڪر،
اَغۡثِنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

واو وارث! ڏيڍ ڏسي آيس ڀلا! تنهنجي تڏي،
سرفرازي ڏي سدا، ڪر سرخرو سرور! سڏي،
هر محل همراهہ تيءُ رک حرص دنيا جي هڏي،
ڪنهن بندي جي ڪاڻ هرگز، مير! محتاجي نہ ڏي،
اَغۡثِنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

هي هدايت بخش هادي! آبرو اسلام جِي،
مئي حقيقت، معرفت جو پُر پيارو جام جِي،
منجهہ طريقت تازگي ڏيو دل اندر آرام جِي،
پاڪ پَرتُوَ مصطفيٰ! هي ٻانهن سائل سام جِي،
اَغۡثِنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

لام اڳيون لس لَڪيون توريءَ نہ ڪو ترهو نہ تَر،
تون ڇپر ڇورن سندو واهر وسيلا! واهہ ور،
جي پيا تو سام سيئي ٿيا سدائين سرس سر،
آهہ عاصيءَ ڪي اوهان ڏنهُن آس اميدون اپر،
اَغۡثِنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

الف اڳتون پٽر پُليُونَ ڏيل منهنجو تو ڏکي،
عمل توشا آخرت جا مون ڪمايا ڪين ڪي،
هن ڪميني جُون مدايون سڀ ڏنگايون تون ڍڪي،
تون پُلن آهين پروسو، ري ءُتو نافع نہ ڪي،
اَغِّثِنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

يي اوهان کي يا نبي! پارس لکين تو هؤن پنن،
گنج خانن کؤن نفعو لائق گهٽو سهسين لَهن،
مان کي بخرو فضل جو دانهہ! ڏياريو لڳ ڏٽين،
تان پسي منصب مداحيءَ جا عجب عالم ڪرن،
اَغِّثِنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!



مَلَڪ مقرّبَ جي نہ هئي جا تي نبيّن جائگاهہ،
سا سدائين جاءِ تو خوش خوب هئي ڏنه بارگاهہ،
تخت سَر قدرت قدم بيشڪ رکيو تو بادشاهہ!
سر اوهان دستار دولهہ! تاج قدرت جو ڪلاهہ،
اَغِّثِنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

منجهہ امر احمد! اوهان جي وَحَيُ جامع جبرئيل،
جاءِ جو جاروب ڪش، مشفق مجاور ميڪائيل،
دائما دربار جو دايو اوهان در اسرافيل،
باُزن ٻڌو ٻانهون آهي تنهنجي امر ۾ عزرائيل،
اَغِّثِنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

’نوح‘، ’ابراهيم‘، ’آدم‘ سڀ سلامي سيّدا!
در مٿي دربان تو ’هارون‘، ’موسيٰ‘ مقتديٰ!
لڳ اوهان ’جرجيس‘، ’يونس‘، ’هود‘، هردم جان فدا،
تو نسندن سردار صاحب، هو سندءِ بيشڪ بندا،
اَغِثنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

’ذڪريا‘، ’زبير‘، ’يحيٰ‘، ’شيث‘ شافع شانوَر،
پَرتوا پر جا پَسي قربان ڪيائون ساهه سر،
ڏنه اوهان لائق لڏو ’عُزيز‘، ’عيسيٰ‘ فيض فر،
تون بَحُو آن باالله جو تو ڏنهن وٺن سڀ دان در،
اَغِثنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

’اَرميا‘، اِسحق‘ در ’دائود‘ نوڪر نامدار،
’خضر‘ خادم خاڪيا، ’اِلياس‘ تنهنجو آبدار،
سو مثل ’يعقوب‘، ’يوسف‘ تا سڪن عالم آذار،
سڀ مڙئي مشتاق مرسل، پڇ لڳا تو پائدار،
اَغِثنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

سرورا! مانند ’سليمان‘ سڀ بندا بردار تو،
’لوط‘ ڇا ’لقمان‘، ’صالح‘ خاص خدمتگار تو،
ڪن ٿا پارت پانهنجي سڀ انبياءِ اَبرار تو،
مصطفيٰ مرسل! چمن پَرتوو سندو پيزار تو،
اَغِثنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

جان پيادن پيش تو ’ادريس‘ دوڙي دلبرا!
يا شفيع! ’شمعون‘، ’شُعيب‘ پرت مؤن پاٽيءِ پرا،
رنج ويو، رحمت رسي ’ايوب‘ تو کؤن انورا!
گهوٽَ سڀ گاهِي سندو سونهنِ سپاهي سرورا!
اَغَثِنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

سڀ سندوَ تابع ستارا احمدا! تون آفتاب،
نور نوري، سِرّ سِرّي خاص خالق جو خطاب،
شان شاهد جو شفيع ”طُوبيٰ لَهُمَ حُسَنُ المابُ“
”اِهۡدِ قَومِي“ دُرس دعوت، ميرا تنهنجي مُستجاب،
اَغَثِنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

ڏڏ گهڻو ڏوهن پريو آهيان ڪچو مان بيخبر،
بي وسيلو، بي وڙو هرگز نہ مون حرفت هنر،
ڏنُهنَ طمع تنهنجي مدح جي، مون ڪئي آ ولومَ ڪر،
دائما ديدار لئي، مشتاق آهيان منتظر،
اَغَثِنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

مهر ڪون موليٰ چيو: ”اُطۡلُبۡ رَضائِڪَ احمدا“!
حاڪمِي هر دوسرا، تو کي ڏني خاصي خدا،
واعدو ’وَلَسَوف‘ جو تو سان نبي نُور الهديٰ!
هي پلايون يا نبي! تو سان ڪيون سائينءَ سدا،
اَغَثِنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

نفس کي ڪُهہ جو هَنيو اصلئون اندر منجهہ وير جي،
پنڌ پري، سِر بار ڳورو اڻ سونهان گهٽ گهير جي،
جنهن ڏسيا ڪم ڪرت ڪوجها هي بدين جان پيرجي،
حضرتا! حامي حمايت ڪر تون سولا سير جي،
اَغِثنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

سال ٿيا سڪندي اوهان ري، پلڪ نا ساجن! سَري،
ڏيهہ ڏوريان ڏينهن ڪي راتيون ڪندي ڳٽتي ڳري،
جي پسان جڙي اوهان کي من سندم ڏارو ڏري!
مهر پوءِ من ۾ ڏٺي! ڪر ورق هيڪند جو وري،
اَغِثنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

سگ سڏيو پنهنجو اوهان آگا ڪري احسان ماں،
سگ سڏيو سؤ وار ڏوهي، حال بد حيوان ماں،
ڪير مون؟ تنهنجي ڪتي سان جو ڪريان شه! شان ماں،
جيءُ جتيءَ تنهنجيءَ مٿي سر ساهہ تن قربان ماں،
اَغِثنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

”نفسي نفسي“ جت چوندا اُت اُيا سڀ آنبيا،
دم نہ هٽندو ڪو اُتي هوندا سيئي بيٺا اَڙيا،
”اُمتي اُمتي“ چوندو اتيئي سو امامُ الاصفيا،
مير جن سونهون اڳيؤن سي اُمتي آجا ٿيا،
اَغِثنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

نفس نافرمان ڪافر ڪڍ ڪتو پرور! پَري،
سگ سڙيو هو ڏي هَڏي وانگي ڪُتي، بينو گِري،
نفس ۽ شيطان سَر راهي ڪِيم بيرون بُري،
هنَ هَين ڪوُن ڏيو خلاصي ٻاجھ سر ٻانهي ڪري،
اَغِثنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

جي جَنهن وڙ جهيڙا سي وڙ سدائين سي ڪَرن،
جي سڪايل سوز سڪ جا تن مٿي وهلو ورن،
تا ٻُڌن ٻانهون ڏين هيٺن سندا هٿڙا وٽن،
اَهنج او ڪيءَ ۾ اڙين ڪي ڪنهن نہ پَر چوڙي چڏن،
اَغِثنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

ڪو ڪنهين جو ڪنهن سندو ڪنهن ڪي ڪوئي ور واھ جِي،
مهاڙ آڌار مصطفيٰ مون ڪي محمّد شاھ جِي،
لڳ ڏٽيءَ جي ڪر وسيلا! مان ڏوهاري ڏاھ جِي،
ٽڪن تي ٽورا ڪريو هيٺن ٽيو همراھ جِي،
اَغِثنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

ڪو ڪنهين در پيش پيو توڙي نذر ناقص هجي،
تنهن سندو ننگ پال لائق! غور رسِي ڪامل ڪجي،
در سخيءَ جي تي سوالي نانءُ واليءَ جو وجهي،
عيب ان جي ڏي نہ ڏسجي ڏاڻ لڳ ڏاتر ڏجي،
اَغِثنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

احمدا! الله ڪؤن فائق وٺي فرزند ڏي،
عمر آفزون نيڪ صالح سڀ سعادتمند ڏي،
ٿو گهُران عالم ۽ عمل تان وٺي دلبند ڏي،
مرتبا منصب تون مان ڪي خير جا خاوند! ڏي،
اَغۡثِنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

مصطفيٰ! تنهنجي مداحيءَ ساڻ جيڪي لج لَڙن،
تون تِني کي ڪير قادر! مَر سڙيا ظالم سڙن،
جي ڪريل ڪهڻا پليا، سي مر اندر هاويءَ هچن،
دانهن ڏيان ٿو داد ڪر ٻڌ عرض آهون بيڪسن،
اَغۡثِنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

يا نبي! اصحاب اڪبر تنهن جا خلفاءِ راشدين،
جي ڏيا ڏاتار عالم جا امير المؤمنين،
۽ پيارا پاڪ پرور جا سچا صاحب دين،
هي ڏُئا درگاهه جا سالار صاحب اجمعِين،
اَغۡثِنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

پاڪ پنجتن وير وارث ملڪ جا مالڪ منير،
’مرتضيٰ‘ ، ’حسن‘ و ’حسين‘ و ’فاطمه‘ دُر دلپذير،
جي اجها آڏر اُمت جا آهن عالِم امير،
مهر ڪندا مون مٿي هر ويل پارس پاڪ پير،
اَغۡثِنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

تو ڪنا گھُريان گھٽو مون مڱيو ڪر تون غنو،
تون سختي داتا ڏٽي، هي سگ سندءِ "صاحبڏنو"،
ٿو ڏئين دُر دان دولت پاڪ توهؤن ٿا پنون،
حضرتا! حامي ٿيو تان هيءَ دنيا ڪان دلِ چنون،
اَغِثنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

درن دنيا جي ڏڪن ڪؤن يا رسول الله! رکيج،
خان، نائب ڪنهن نفر ڪمدار ڪوڙي در مَ نيج،
احتياجي ڪنهن بدوءَ بي دين جي حاڪم نہ ڏيج،
پنهنجي در ڪؤن يا نبي! ڪو ڏِ ڏيئي خورم ڪريج،
اَغِثنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!

منجهہ پنهي جانب جهانن آب عزت ۾ رکوم،
استقامت دين پنهنجي تي ڏٽي! دائم ڏيوم،
قبر محشر مهل مرسل رهنما راحم رسوم!
عمر دم سڪرات ويلي ختم ڪلمي سان ڪريوم،
اَغِثنِي يا سيّدا، رس يا نبي خير البشر!
غور ڪر غمگين جو، اي نور نافع نامور!
لا اِلہ اِلا الله محمد رسول الله

## اختتامي دعا

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا وَنَبِيِّنَا مُحَمَّدِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَعَلٰى آلِهٖ
وَاَصْحٰبِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ وَصَلِّ عَلَيْهِ

يَااِلٰه العالمين اسان تنهنجي در ٻاڏايون ٿا منهنجا مولا اسانجو ٻاڏائڻ قبول ڪر، اسانجي دل جون مرادون پوريون ڪر، منهنجا مولىٰ اسانجي مسجدن ڪي شاد ۽ آباد رک، منهنجا مولا اهڙا ماڻهو پيدا ڪر جيڪي مسجدن ڪي سجدن سان آباد ڪن، منهنجا مولىٰ اسان جي نئين نسل ڪي دين سان محبت عطا فرماءِ تہ هن مسجدن ڪي شاد ۽ آباد رکن، منهنجا مولىٰ اسانجي نئين نسل ۽ اسانڪي شيطاني صحبت کان بچاءِ، شيطاني ڳالهين کان بچاءِ، منهنجا مولىٰ اسان جي دلين ڪي پنهنجي نور ۽ مٺي محمد ڪريم ﷺ جي نور سان منور ڪرڻ فرماءِ، رب منهنجا اسانجي جماعت ۾ جيڪي بيمار آهن تن ڪي شفاءِ ڪامله عطا فرماءِ، منهنجا مولىٰ جيڪي قرضدار آهن، تن ڪي قرضن کان آجو ڪرڻ فرماءِ، رب منهنجا! جيڪي اولاد جا سڪايل آهن تن ڪي صالح اولاد عطا ڪرڻ فرماءِ، رب منهنجا! اسانجي جماعت جون جيڪي بہ دل جون مرادون آهن (ديني و دنيوي) پنهنجي محبوب ڪريم ﷺ جن جي طفيل انهن جون مرادون پوريون ڪرڻ فرماءِ، رب منهنجا! اسان تنهنجي در تي ٻاڏايون ٿا، ڇو تہ اسان ڏٺو آهي تہ تنهنجي در کان سواءِ اسان ڪي ٻيو در ڪونهي، جيئن ڪنهن شاعر چيو آهي:

جيئين تو نالو تيئن مون وڏو آسرو،
ڪو در ناهي جهو، مون در گهٽا ئي ديکيا.

منهنجا مولا اسان ڪي بہ در آهن هڪڙو تنهنجو ٻيو محمد عربيءَ ﷺ جو، اسان انهن ٻنهي درن تي ٻاڏايون ٿا، رب منهنجا اسانجي ٻاڏائڻ ڪي قبول ڪرڻ فرمائيندين.

وَصَلَي اللّٰهُ تَعَالٰى عَلٰى خَيْرِ خَلْقِهٖ وَنُوْرِ عَرْشِهٖ مُحَمَّدٍ وَّ آلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ اَجْمَعِيْنَ. آمِيْن
(لَااِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ صَلي اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّم)

